# نماز جي اهميت

مصنف: مفسر قرآن مبلغ اسلام
الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري نقشبندي




# نماز جي اهميت

مصنف

مفسر قرآن مبلغ اسلام

**مولانا محمد ادريس ڈاهري نقشبندي**

شايع كندڙ

ادارة خدمة القرآن والسنة

شاهپور جهانيان

ضلع نوابشاهه

کتاب جو نالو: **نماز جي اهميت**

مصنف : مفسر قرآن مبلغ اسلام

مولانا محمد ادريس ڏاهري نقشبندي

شايع ڪندڙ : اداره خدمة القرآن والسنة

شاهپور جهانيان ، ضلع نوابشاهه

هديو : ‎-/٣٥

ڇاپو : پهريون

ڇپيندڙ : نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد

ملڻ جو هنڌ : مدرسه عربيه جامعه محمديه ،

شاهپور جهانيان ، ضلع نوابشاهه

ڪمپوزنگ : الاڪرام ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ،

سينٽر پير جو ڳوٺ ضلع خير پور

(ميرس ).

# سٽاءُ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## نحمدهٗ ونصلي ونسلم علىٰ حبيبه الكريم

## اخلاص ۽ محبت سان علامہ ڏاهري دامت برڪاتہ جي خدمت ۾

علامہ الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري دامت برڪاتہ پنهنجي علمر ۽ فضل ، تصنيف ۽ تاليف ، مقبول ۽ بليغ خطاب جي ڪري علمي ۽ عوامي دنيا ۾ ايترو تہ معروف آهي . جو مونکي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ مان ڪهڙن لفظن ۾ سندن تعارف ڪريان .

بلاشبه حضرت علامہ صاحب مخدوم العلماء والصلحاء بہ آهن تہ الله تعالىٰ جي نعمت غير مترقبه بہ.

علامہ صاحب پنهنجي شخصيت ۾ نہ فقط هڪ انجمن آهن بلڪہ سندن دائره عمل بحمده تعالىٰ ڪيترن انجمنن کان وسيع آهي .

الڪيٽرانڪ جي هن سميٽجي ويل دنيا ۾ جنهن ۾ سرعت ۽ وسعت سان ڪم جي ضرورت آهي اها ضرورت ڏٺي تعالىٰ علامہ صاحب جي ذريعي پوري پيو فرمائي .

قرآن ڪريم جو تفسير، سنت طيبہ ، حب رسول صلى الله عليہ وسلم حب اهل بيت ، حب صحابہ ، حب امهات المؤمنين ، حب اولياء ڪرام ۽ مشائخ عظام جي مختلف عنوانن تي سائين حاجي صاحب جنهن انداز ۾ تصنيف جي روايت قائم ڪئي آهي

اها هن دور ۾ منهنجي معلومات مطابق سنڌي ۾ فقط سندن حصو ۽ خصوصيت آهي .
مسلڪ حقه اهل سنت وجماعت جي ترجماني ، امام ابو حنيفه رضي الله عنه جي علم وفضل سيادت ۽ تقوىٰ تي تصينف ، سيدنا عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه جي فيوضُ تي مؤثر تصنيف ، عقائد۽ اعمال خاص طرح ارڪان اسلام تي بالترتيب سندن اهميت مطابق تصانيف جي فراهمي عظيم خدمت آهي .
حضرت علامہ ڏاهري صاحب ، جي جامع ۽ بابرڪت شخصيت ڪي سندن علم واخلاص ، مسلسل ديني جدوجهد ، تبليغ ۽ تدريس ، تحرير ۽ تصينف جي حوالي سان ائمہ اڪابر جي نشاني چوان تہ مبالغو نہ سمجهڻ گهرجي .
اسانجا استاد ۽ اڪابر جيئن پنهنجي علم ۽ عمل اخلاص ۽ للهيت ۾ منفرد هئا جيئن سندن عبادت ۽ وقت ۾ برڪت هئي جوٿوري وقت ۾ تمام گهڻو ڪم ڪري سگهندا هئا.
انهيء پهلو کان بہ سائين حاجي صاحب جي شخصيت قابل رشڪ آهي . جن ماڻهن وٽ وقت جو نہ قدر قيمت آهي نہ مصرف انهن جي تہ ڳالهہ ڪرڻ ئي اجائي آهي .پر جن جي زندگي ، عمل مسلسل عمل جدوجهد ۽ لڳاتار جدوجهد جو نمونو آهي انهن کي ئي وقت جي اهميت معلوم آهي .
سائين علامہ حاجي صاحب بحمده تعالىٰ

مستعار حيات کي الله تعاليٰ جي امانت سمجهندي زندگيءَ جي هڪ هڪ منٽ کي صحيح نموني خرچ ڪرڻ انهن ئي ضروري ۽ فرض يقين ڪري ٿو ، جيئن "امين" امانت جي تحفظ لاءِ هر وقت فڪر مند رهندو آهي هر رات خطاب هر روز تدريس فرائض قيام الليل ، تلاوت جامعمول جاري رکي تصنيف ۽ ترجمي جي لاءِ وقت ڪيئن ڪان پوءِ والله اعلم بالصواب آرام جي لاءِ ڪهڙو وقت بچي سگهي ٿو. حاجي صاحب جي هڪ بي قابل تقليد خوبي اها آهي ته پاڻ مسلڪ حقه اهل سنت و جماعت جا سرگرم مبلغ ۽ خطيب هجڻ باوجود طبعًا نهايت ئي معتدل آهن سنت جي تبليغ ۾ پيار ، محبت ،قابل قبول استدلال مؤثر ۽ معتدل انداز ۾ دعوت ڏيڻ سندن اهڙي خوبي آهي جيڪا اسانجي تمام ٿورن خطيبن ۾ آهي الله تعاليٰ اسانجي واجب الاحترام علماء ڪرام جي اوقات ۾ فيض ۾ مزيد برڪت ۽ اخلاص عطا فرمائي دعا آهي رب ڪريم محترم حاجي صاحب جي خدمات جليله کي امت مسلم جي لاءِ وڌ ۾ وڌ وسيله هدايت بنائي انهيءَ سان گڏ سندن عافيت ۾ سايو قائم رکي آمين .

فقير محمد رحيم سڪندري

خطيب مسجد درگاه شريف حضرت پير صاحب
پاڳاره پير جو ڳوٺ ضلع خير پور ( ميرس )
١١ صفر المظفر ١٤٢٠ ختم الله بالخير والعافية
27.5.1999

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## نحمده ونصلي علىٰ رسوله الڪريم

# امابعد

مسلمانن ۾ان کان هيءَ ڳالهه لڪل نه آهي ته الله تعالىٰ ۽ ان جي پياري رسول مقبول عليه الصلواة والسلام تي ايمان آڻڻ ، ڪلمه شريف پڙهڻ کان پوءِ اسلام جو اهم رڪن نماز آهي الله تعالىٰ قرآن ڪريم ۾ هڪ نه سوين جاين تي نماز جو بيان فرمايو آهي ڪٿي نماز قائم ڪرڻ جو امر ته ڪٿي نمازين جي تعريف ۽ ڪٿي نماز پڙهندڙن جي مذمت ۽ انهن لاءِ مقرر ڪيل عذاب ٻڌايو ويو آهي .

اهڙي اهم فرض کان مسلمانن کي غافل ۽ بي توجهه ڏسي ڪافي پيرا خيال آيو ته نمازين تي ٿيندڙ مهربانين ۽ بي نمازين تي اچڻ واري عذاب ٻڌائڻ لاءِ هڪ ننڍو ڪتاب لکان جنهن ۾ نماز ۾ ادا ٿيندڙن ڪمن جون حڪمتون۽ عقلي لحاظ سان فائدا به بيان ڪيان تانته پڙهندڙ وڏيڪ شوق سان ٺاهي ٺاهي نماز ادا ڪن ۽ نه پڙهندڙ پائبنديءَ سان پڙهڻ شروع ڪن ـ الحمد لله جو ٺنهي مضمونن تي مشتمل هي ننڍو ڪتاب پهرين محرم الحرام 1419 هه تي لکڻ شروع ڪيم ۽ 27 شعبان المعظم 1419هه خميس جي رات سانجهي نماز کان پوءِ لکي پورو ڪري ان جو نالو ” نماز جي اهميت ۽ حڪمتون “

رکيو اٿم :

هن ڪتاب ۾ اول نماز پڙهندڙن لاءِ پيلايون ، نہ پڙهندڙن لاءِ عذاب ۽ سزا جو مختصر ذڪر لکي ان کان پوءِ حڪمتون لکيون اٿم شال رب العزة جل مجده ان کي منهنجي لاءِ دنيا ۾ سعادت ۽ آخرت ۾ نجات جو باعث بنائي آمين ثم آمين يا رب العالمين ـ

محتاج ڪرم :.

الفقير محمد ادريس ڏاهري نقشبندي مهتمم جامعہ محمديہ شاهپور جهانيان ضلع نواب شاه سنڌ پاڪستان .

# نماز جون ڀلايون

## قرآن ڪريم مان

### قرآن ڪريم نمازين لاءِ هدايت آهي

فرمان ايزدي آهي " ذَالِكَ الْكِتَابُ لَارَيْبَ فِيْهِ هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ وَيُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ" الآية (1)

يعني قرآن پاڪ اهو ڪتاب آهي جنهن ۾ ڪنهن به قسم جو ڪو شڪ ناهي انهن متقين جي لاءِ هدايت آهي جيڪي اڻ ڏٺي ايمان آڻين ٿا ۽ نماز قائم ڪن ٿا مؤمنن ، متقين جي هڪ صفت نماز قائم ڪرڻ ، ناهي ناهي پڙهڻ آهي نماز نه پڙهندڙ نه متقي آهي نه قرآن پاڪ کان هدايت حاصل ڪندڙ آهي .

### نماز الله تعاليٰ کان مدد وٺڻ جو ذريعو آهي

ارشاد مبارڪ آهي " وَاسْتَعِيْنُوْا بِالصَّبْرِ وَالصَّلٰوةِ وَاِنَّهَا لَكَبِيْرَةٌ اِلَّا عَلَى الْخَاشِعِيْنَ الَّذِيْنَ يَظُنُّوْنَ اَنَّهُمْ مُّلَاقُوْا رَبِّهِمْ وَاَنَّهُمْ اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ (2) صبر ۽ نماز سان مدد وٺو ۽ تحقيق اها ڏکي آهي مگر انهن نياز نوڙت ڪندڙن تي ( ڏکي ناهي ) جيڪي پڪ ڀائيندا آهن ته يقينًا اهي پنهنجي رب سان

(1) سورة بقره آيت ع ۲ (2) سورة البقرة آيت ع ۲۴- ۲۵ ،

ملندڙ آهن ۽ يقينًا اهي ان ڏانهن ئي موٽندڙ آهن مطلب تہ مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي وقت ۾ الله تعالىٰ کان مدد وٺڻ لاءِ صبر ۽ نماز سان متوجه ٿيڻ گهرجي ۽ انهن ذريعن سان مالڪ مٺي جي مدد ۽ مهرباني نصيب ٿيندي آهي

## نماز ٿاهي ٿاهي ۽ جماعت سان پڙهجي

الـهي امر آهي " وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا لزَّكٰوةَ وَارْكَعُوْامَعَ الرَّاكِعِيْنَ " (١)

۽ نماز قائم ڪيو ۽ زڪواة ڏيو ۽ رڪوع ڪندڙن سان گڏ رڪوع ڪيو مطلب تہ جماعت سان ٿاهي ٿاهي نماز پڙهو (٢)

## زڪواة کان پهريان نمازجوذڪر.

رباني فرمان آهي " وَاَقِيْمُو الصَّلٰوةَ وَاٰتُو الزَّكٰوةَ وَمَا تُقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوْهُ عِنْدَاللّٰهِ اِنَّ اللّٰهَ بِمَاتَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ " (٣)

(٢) ۽ نماز قائم ڪيو ۽ زڪواة ڏيو ۽ جيڪا چڱائي بہ پنهنجن سرن لاءِ اڳتي موڪليندؤ ان کي الله وٽ لهندؤ يقينًا جيڪي بہ اوهان ڪيو ٿا الله ڏسندڙ آهي ـ صرف هن آيت ۾ نہ پر ڪيترين ٻين آيتن ۾ بہ الله تعالىٰ زڪواة کان پهريان نماز قائم ڪرڻ جو حڪم فرمايو آهي زڪواة مالدار ،

---

(١) سورة البقره آيت ٤٣ (٢) تفسير حسيني ص ١٢
(٣) سورة البقرة آيت ١١٠

وسعت واري ۽ سرمايہ دار جي مٿان مخصوص شرطن سان فرض آهي پر نماز هر مسلمان تي فرض آهي امير هجي يا فقير شاهوڪار هجي يا غريب ، مرد هجي يا عورت ، مرشد هجي يا مريد هر مسلمان مؤمن فرد نماز قائم ڪرڻ لاءِ جوابدارآهي .

## هر نماز جي حفاظت ڪرڻ فرض آهي خصوصًا وچين نماز جي

مالڪ مٿي جو مٿو حڪم آهي " حَافِظُوْا عَلَى الصَّلَوَاتِ وَالصَّلَوَاةِ الْوُسْطىٰ وَقُوْمُوْالِلّٰهِ قَانِتِيْنَ " (١) سڀني نمازن جي نگهباني ڪيو ۽ ( خاص ڪري)وچين نماز جي ۽ الله جي لاءِ فرمانبردار ٿي بيهو- هن آيت ۾ وسطیٰ مان مراد وچين نماز آهي جيڪا فجر ۽ ٻيهري کان پوءِ سانجهي ۽ سومهاڻي کان اڳ ۾ وچ ۾ آهي ان جو خصوصي تاڪيد ان جي ڪري ڪيو ويو آهي جو اهو ٽائيم گهڻي مصروفيت جو هوندو آهي مسافر چاهيندو تہ جلد گهر پهچان دڪاندار چاهيندو تہ ڪجهہ سود وڌئي وٺان گهر ڏانهن وڃڻ وارو ڪوشش ڪندو تہ ڪجهہ خريد ڪري ڪٽي وڃان پوءِ دڪان بند ٿي ويندا وغيره وغيره .

(١) سورة البقرة آيت ٢٣٨

## نماز پڙهندڙن جي لاءِ نبوي بشارتون

ياد رکڻ گهرجي ته نماز پڙهندڙن امتين لاءِ حضور عليه الصلواة والسلام جن گهڻيون بشارتون ڏنيون ۽ پلايون بيان فرمايون آهن جن مان ڪجهه هتي لکجن ٿيون .

## ارشادات نبوي علىٰ قائلها الصلوات والتسليمات

### نمازيءَ کي جنت ۾ داخل ڪرڻ الله تعالىٰ جو عهد آهي.

ابوداؤد ۽ ابن ماجه حضرت ابوقتادة بن ربعي کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته الله تعالىٰ فرمايو آهي . " اِنِّيۡ اِفۡتَرَضۡتُ عَلىٰ اُمَّتِكَ خَمۡسَ صَلَوَاتٍ وَعَهِدۡتُ عِنۡدِيۡ عَهۡدًا اَنَّهٗ مَنۡ حَافَظَ عَلَيۡهِنَّ لِوَقۡتِهِنَّ اَدۡخَلۡتُهُ الۡجَنَّةَ فِيۡ عَهۡدِيۡ وَمَنۡ لَّمۡ يُحَافِظۡ عَلَيۡهِنَّ فَلَاعَهۡدَ لَهٗ عِنۡدِيۡ (١) يعني بلاشڪ مون تنهنجي امت تي پنج نمازون فرض ڪيون آهن ۽ پاڻ وٽ عهد ڪري رکيو اٿم ته يقينًا جيڪو انهن نمازن جي وقت تي حفاظت ڪندو ان کي پنهنجي عهد ( موجب ) جنت ۾ داخل ڪندس ۽ جنهن انهن جي حفاظت نه ڪئي ان لاءِ مون وٽ ڪو عهد نه آهي .

(١) الدر المنثور ص ٧٠٤ جلد ١

## نماز کي الله تعالىٰ جو حق سمجهي پڙهندڙ جنتي آهي

امام احمد، طبرانيءَ شعب الايمان ۾ بيهقي حضرت حنظلة الڪاتب کان روايت آندي آهي ته مون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون " مَنْ حَافَظَ عَلَى الصَّلَوَاتِ الْخَمْسِ رُكُوْعِهِنَّ وَسُجُوْدِهِنَّ وَمَوَاقِيْتِهِنَّ وَ عَلِمَ اَنَّهُنَّ حَقٌّ مِنْ عِنْدِاللهِ دَخَلَ الْجَنَّةَ " (١) يعني جنهن پنجن نمازن جي حفاظت ڪئي ۽ سهڻي نموني ادا ڪيائين. انهن ۾ رڪوع. سجدا، صحيح ڏنائين ۽ انهن کي سندن وقتن تي پڙهيائين ۽ يقين ڪيائين ته اهي نمازون الله تعالىٰ وٽان حق آهن ته بهشت ۾ داخل ٿيندو.

## بي نمازيءَ جو اسلام ۾ حصو ناهي

بزار حضرت ابو هريرة رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو " لَاسَهْمَ فِى الْاِسْلَامِ لِمَنْ لَّاصَلٰوةَ لَه وَلَاصَلٰوةَ لِمَنْ لَّاوُضُوْءَ لَهٗ " (٢) جنهن وٽ نماز نه آهي ان جو اسلام ۾ حصو ناهي ۽ جنهن جو وضو ناهي ان جي نماز ناهي.

(١) ساڳيو حوالو ص ٧٠٥.
(٢) الدر المنثور ص ٧٠٦ جلد ١

## نماز جنت جي ڪنجي آهي

بيهقيءَ شعب الايمان ۾ حضرت عمر رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته : هڪ شخص حضور عليه الصلواة والسلام جن کان عرض ڪري پڇيو ته : يا رسول الله ! اسلام مان الله تعالىٰ کي ڪهڙي شي وڏيڪ پياري آهي ؟ پاڻ فرمايائون ته : وقت تي نماز پڙهڻ ۽ جنهن نماز ڇڏي ان وٽ دين نه آهي ۽ نماز دين جو ٿنڀو آهي . (١)

## نماز نه پڙهندڙن جي سزا جو بيان قرآن پاڪ مان

## بي نمازي هجڻ جهنم ۾ پوڻ جو سبب آهي

جيئن فرمان آهي " يَتَسَاءَلُوْنَ عَنِ الْمُجْرِمِيْنَ مَا سَلَكَكُمْ فِيْ سَقَرَ قَالُوْا لَمْ نَكُ مِنَ الْمُصَلِّيْنَ" (1) يعني قيامت جي ڏينهن سڄي هٿ ۾ عملناما ملڻ وارا ( مؤمن ) مجرمن کان پڇندا ته اوهان کي دوزخ ۾ ڪهڙي ڳالهه داخل ڪيو ؟ چوندا ته نمازين مان نه هئاسين الخ مقصد ته بي نمازي هجڻ جهنم ۾ پهچڻ جو باعث آهي .

(١) ساڳيو حوالو (٢) سورة المدثر آيت ٤١-٤٢-٤٣ ،

## بي نمازي قيامت جي ڏينهن به سجدو ڪري نه سگهندا

الله تعاليٰ جو فرمان آهي ” يَوۡمَ يُكۡشَفُ عَنۡ سَاقٍ وَّ يُدۡعَوۡنَ اِلَى السُّجُوۡدِ فَلَا يَسۡتَطِيۡعُوۡنَ خَاشِعَةً اَبۡصَارُهُمۡ تَرۡهَقُهُمۡ ذِلَّةٌ ؕ وَقَدۡ كَانُوۡا يُدۡعَوۡنَ اِلَى السُّجُوۡدِ وَهُمۡ سَالِمُوۡنَ “ (1) يعني قيامت جي ڏينهن ساق ( وڏي نور ) تان پردو کنيو ويندو ماڻهن کي سجدي ڪرڻ لاءِ سڏيو ويندو ( پوءِ سچا مؤمن ۽ مومناڻيون مالڪ کي سجدو ڪندا پر ڪافر . منافق ۽ دنيا ۾ بي نمازي رهڻ وارا ) سجدو ڪري نه سگهندا سندن اکيون جهڪيل هونديون ڪين ذلت ( ۽ خواري ) ڍڪيو بيٺي هوندي ۽ تحقيق ( اهي دنيا ۾ ) سجدي ڏانهن سڏيا ويندا هئا حالانڪ اهي تندرست هوندا هئا ( تڏهن به سجدو نه ڪندا هئا )

علامه اسماعيل حقي عليه الرحمته لکيو آهي ته هن آيت ۾ نماز جي فرض ڇڏڻ واري ۽ جماعت کان پوئتي رهڻ واري جي لاءِ عذاب جو وعدو آهي (٢) نورنگ زادي صاحب لکيو آهي ته مٿين آيت ۾ ڪافرن سان گڏبي نمازين لاءِ به تنبيه فرمايل آهي جيڪي تندرستي ۽ صحت جي باوجود ڄاڻي ٻجهي الله تعاليٰ جا مقرر ڪيل پنج فرض نه ٿا پڙهن ،

(١) سورة القلم ، آيت ٤٢-٤٣ ,(٢) روح البيان ص ١٢٣ ج ١٠ ،

الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن فرمائيندو ته : دنيا ۾ انهن بي نمازين کي نماز لاءِ سڏ ٿيندو هو يعني بانگ ۽ تڪبير ٻڌندا هئا ۽ تندرست ، صحيح سالم به هئا ته به سجدو نه ٿي ڪيائون پوءِ انهن جي پٺي قيامت ۾ هڪ طبقو ٿي پوندي ۽ سجدي جو خيال ڪندا ته وجي ڪياڙي ڀر ڪرندا ۽ سجدو نه ڪري سگهندا ، مسلمانو ! ڏسو ته بي نمازين جي لاءِ ڪيڏو نه وعيد فرمايل آهي .

ٿورو اڳتي هلي لکيو اٿس ته ! صحيح حديث شريف ۾ آيو آهي ته جيڪو شخص بانگ ٻڌي ٿو ۽ نماز تي حاضر نه ٿو ٿئي تنهن گويا ستر ( ٧٠ ) عورتن سان زنا ڪئي (١) معاذالله ثم معاذالله ،

## نبوي حديثن مان بي نمازيءَ جي سزا جو بيان

### بي نمازي قيامت جي ڏينهن قارون،فرعون ، هامان ( ڪافرن ) ۽ ابي بن خلف (منافق) سان گڏ هوندو

جيئن حضرت عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن رسول الله صلى الله عليه وسلم جن نماز جو ذڪر ڪندي فرمايو .

” مَنْ حَافَظَ عَلَيْـهَا كَانَتْ لهُ نُوْرًاوّ بَـرْهَانً وَنَجَاةً يَّوْمَ الْقِيٰـمَةِ وَمَنْ لَّمْ يُحَافِظْ عَليهَا لمْ تكُن لهُ نوْرًا

(١) تنوير الايمان پ ٢٩ ص ٣٢ ،

وَلَا بُرْ هَانًا وَّلَا نَجَاةً وَّكَانَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مَعَ قَارُوْنَ وَفِرْعَوْنَ وَهَامَانَ وَأُبَيِّ بِنْ خَلْفٍ ( رواه احمد والدارمي والبيهقي في شعب الايمان ) (1)

يعني جنهن نماز جي حفاظت ڪئي ته ان جي لاءِ نور، دليل ۽ قيامت جي ڏينهن ڇوٽڪارو بنجندي ۽ جنهن ان جي حفاظت نه ڪئي ته ان جي لاءِ نه نور ٿيندي نه حجت ۽ نه ڇوٽڪارو ۽ اهو قيامت جي ڏينهن قارون ، فرعون ، هامان ۽ ابي بن خلف سان گڏ هوندو .

## نماز ڇڏڻ کي اصحابي سڳورا ڪفر سمجهندا هئا

ترمذي شريف ۾ حضرت عبدالله بن شقيق رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جا اصحاب اعمال مان نماز کان سواءِ ڪنهن به شيءِ جي ڇڏڻ کي ڪفر نه سمجهندا هئا (٢) مقصد ته نماز ڇڏڻ کي ڪفر سمجهندا هئا ان جي ڪري پڪي مسلمان کي نماز جي سختيءَ سان پائبندي ڪرڻ گهرجي نماز مؤمن جو وقار ، ايمان جو شعار آهي نماز سان حضور عليه الصلواة والسلام جن جو پيار آهي .

(١)مشڪواة المصابيح ص ٥٩ (٢) ساڳيو حوالو

## نماز ۾ ادا ٿيندڙ حڪمن ۾ حڪمتون

ڄاڻڻ گهرجي تہ نماز اسلام جو ٿنڀ ، يقين جو نور ، مؤمنن جي سينن لاءِ شفاء ، بيحيائين ۽ برائين کان روڪيندڙ ، اماره نفس کي بڇڙاين ڪرڻ کان پري رکندڙ آهي . ان ۾جيڪي فرضي احڪام ادا ڪيا وڃن ٿا اهي ٻہ قسم آهن (١) هڪڙا ، ٻاهريان ، جن کي شرط سڏيو ويندوآهي (٢) ٻيا اندريان جن کي رڪن سڏيو ويندو آهي. اهي ٻاهريان فرض ڇہ (٦) آهن (١) هڪ بدن کي بي وضو هجڻ ۽ ٽڙ پوڻ کان پاڪ رکڻ (٢) ٻيو ڪپڙو پاڪ ڏڪڻ (٣) ٽيون نماز واري جاءِ پاڪ رکڻ (۴) چوٿون اگهڙ ڍڪڻ (٥) قبلہ کي سامهون ٿيڻ (6) ڇهون نيت ڪرڻ ۽ نماز ۾ اندريان فرض ( رڪن ) ڇہ (٦) آهن (١) هڪ تڪبير ( الله اڪبر) چوڻ (٢) ٻيو بيهڻ (٣) ٽيون قراءت ڪرڻ (۴) چوٿون رڪوع (٥) پنجون سجدو ڪرڻ (٦)ڇهون آخر ۾ اينترو ويهڻ جنهن ۾ التحيات لله سڄو پڙهي وڃجي.

هتي الله تعالىٰ جي فضل ۽ حبيب ڪريم صلى الله عليہ وسلم جن جي مهرباني ۽ مرشدن ڪريمن حضرت خواجه محمد سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن جي دعا سان انهن فرضن ۽ ٻين حڪمن جي ادا ڪرڻ ۾ جيڪي حڪمتون آهن اهي لکجن ٿيون وبالله التوفيق .

## پاڪائيءَ ۾ حڪمت

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ نماز جڏهن تہ ٻانهي جي طرفان الله تعاليٰ جي خدمت ۽ ان جي تعظيم آهي تڏهن عقل جي بہ تقاضا آهي تہ پاڪائيءَ سان ادا ڪئي وڃي خادم پنهنجي مخدوم عابد پنهنجي معبود ۽ مخلوق پنهنجي خالق جي اڳيان بيهي ، تہ پاڪ ڪپڙن سان پاڪ جاءِ تي بيهي تعظيم جا آداب بجا آڻي ۽ تعظيم جو ڪمال ان ۾ آهي جو مٿس ڪا بہ ميرنهہ ، گندگي ۽ بد بوءِ نہ هجي سينگار جي ، صاف سٿرو ٿي بيهڻ ئي الله تعاليٰ کي پسند آهي جڏهن دنيوي امير جي محفل ۽ مجلس ۾ وڃڻ لاءِ صفائي ۽ نظافت اهم آهي تہ احڪم الحاڪمين ، احسن الخالقين مالڪ جي اڳيان اچڻ ۽ سجدن ڪرڻ واري کي تہ وڌيڪ اجرو ٿي اچڻ گهرجي الله تعاليٰ جو ارشاد آهي " يٰبَنِيٓ اٰدَمَ خُذُوْا زِيْنَتَكُمْ عِنْدَ كُلِّ مَسْجِدٍ " (١) اي انسانو! هر مسجد ۾ وڃڻ وقت سينگار جي وجو ڪن مترجمن معنيٰ لکي آهي تہ : اي آدم جا فرزندؤ ! پنهنجي هر نماز وقت سهڻي پوشاڪ ڍڪيو بهرصورت مراد صفائي ۽ سٺائي آهي ٻي آيت ۾ ارشاد آهي " اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ التَّوَّابِيْنَ وَيُحِبُّ الْمُتَطَهِّرِيْنَ " (٢) يقيناً الله تعاليٰ توبه ڪندڙن ۽ پاڪائي

(١) سورة الاعراف آيت ٣١ (٢) سورة آيت ص

ڪندڙن سان محبت رکي ٿو . ان ظاهري پاڪائي سان گڏ معنوي ۽ باطني گندگين پليدين ۽ ميرنهہ ڪان پاڪ صاف ٿي انسان حقيقي محبوب جي بارگاه ۾ حاضري ڀري تانت سندس ڀر ۾ ويهڻ وارا نمازي ۽ ساڻس گڏ هجڻ وارا ملائڪ بہ ڪانئس متنفر نہ ٿين جمعه ، عيدن جي نماز ، حج ۽ ٻين مشروع ۽ جائز اجتماعن ۾ ان جي ڪري صفائي سٿرائي سان گڏ خوشبوءِ لڳائڻ پسند ڪيل آهي.

مسلم شريف روايت آندي آهي تہ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن فرمايو "اَلطهُورُ شَطرُ الاَيمانِ" (١) پاڪائي ايمان جو اڌ آهي مقصد تہ صفائي سٿرائي حسي ۽ معنوي طرح بہ ڪامل ، مڪمل حاصل هجي نمازيءَ کي ظاهري پاڪائي سان گڏ پنهنجي باطن کي بہ تڪبر ، حسد ، پاڻ ڀائڻ جهڙين خراب صفتن ۽ بد اخلاقن کان پاڪ رکڻ گهرجي .

## پاڻيءَ سان پاڪائيءَ ڪرڻ ۾ حڪمت

جڏهن دنيا جي تختي تي هلڻ واري بدبوءِ هوا سان ملي بدن مان وارن ۽ پگهر جي نڪرڻ وارين جاين مان انسان جي جسم ۾ داخل ٿئي ٿي تہ ان جي صحت کي نقصان پهچائي ٿي ان جي ڪري اسلام اهڙي پاڻيءَ سان پاڪائيءَ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي جنهنجي پٽڙي هجڻ ۽ وهي هلڻ

(١) حڪم الشريعة ص ٢١ )

واري اصلي خالت بحال رهي ۽ ان جو رنگ ۽ بوءِ
بہ نہ بدلجي چو تہ پاڻي هٽڻ سان سجاڳي ايندي
آهي سستي ۽ غفلت دور ٿيندي آهي جيئن
ڪيترا غش ٿيل ماڻهو پاڻي هٽڻ سان هوش ۾
ايندا آهن ۽ حديث شريف ۾آيو آهي تہ ”اِنَّ
الْغَضَبَ مِنَ الشَّيْطَانِ فَاِذَا غَضَبَ اَحَدُ كُمْ فَلْيَتَوَضَّأْ“
(١) يعني ڪاوڙ شيطان جو اثر آهي پوءِ جڏهن
اوهان مان ڪو ڪاوڙ ڪري تہ وضو ڪري ان وضو
ڪرڻ سان سندس ڪاوڙ لهي ويندي ۽ پاڻيءَ مان ئي
هرشيءِ وجود ۾ آئي آهي جيئن الله تعالىٰ جو فرمان
آهي ”وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَاءِ كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ“ (٢) ۽ هر
جيئري شيءِ پاڻيءَ مان پيدا ڪئي اٿئون اصل ۾ عادتًا بہ
گندگيون ۽ ميرنھ پاڻيءَ سان صاف ڪيون وينديون آهن .
**” تيمم ڪرڻ ۾ حڪمت“** جيئن پاڻي انسان جي
خلقت ۾ اهم جزء آهي تيئن مٽي بہ ان جي خلقت
جو مادو آهي ان مٽيءَ مان ئي چوپاين ۽ ماڻهن جون
غذائون ۽ قوت پيدا ٿين ٿا ان جي ڪري مٽي پاڻيءَ
جو قائم مقام بنائي وئي آهي جو جيڪڏهن ڪنهن
کي پاڻي نہ ٿوملي يا ملي ٿو پر عذر ۽ مجبوريءَ جي ڪري
استعمال ڪري نہ ٿو سگهجي تہ تيمم ڪري اهوالله
تعالىٰ جو خاص احسان آهي تہ ڪنهن بہ حال ۾ ٻانهو
سندس قرب کان ڪٽيل نہ رهي .

(١) حڪم الشريعہ ص ٢٢ (٢) سورة الانبيآء آيت ٣٠

سوال :. مٽيءَ کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن سُڪل شيءَ کي تيمم ڪرڻ لاءِ ڇو نه مقرر ڪيو ويو؟

جواب :. (١) هڪ ته مٽي غالبًا هر جاءِ تي ليڻ آسان آهي (٢) ٻيو ته انسان ۾ جيڪي چار عنصر آهن انهن مان هڪ مٽي آهي (٣) ٽيون ته مٽيءَ کي گهٽ سمجهيو ويندو آهي پوءِ انهيءَ گهٽ شيءَ استعمال ڪرڻ سان نفس ذليل ٿيندو آهي (۴) چوٿون ته ان ۾ هن امت جي شان جي رفعت ۽ بلندي آهي اڳين امتن کي اها اجازت نه هئي اهو شرف ۽ شان به نبي ڪريم صلى الله عليہ وسلم جن جي صدقي مليو جيئن سندن فرمان آهي .

" جُعِلَتْ لِيَ الْاَرْضُ مَسْجِدًا وَّطَهُوْرًا " (١) منهنجي لاءِ سموري زمين مسجد ۽ پاڪ ڪندڙ بنائي وئي آهي ان جي ڪري جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي پاڻي نه ٿو ملي يا ملي ٿو پر شرعي عذر جي ڪري ان کي استعال ڪرڻ تي قادر ناهي ته اهو مٽيءَ تي تيمم ڪري وٺي .

## " تيمم ۾ صرف منهن ۽ ٻانهن تي مک ڪرڻ ۾ حڪمت "

اهو ان جي ڪري آهي جو مٽيءَ تي مٽي وجهڻ به خراب آهي ۽ پير ته گهڻو ڪري مٽيءَ تي لڳندا ئي آهن ان جي ڪري مٽي ۽ پيرن کي مٽي نه هٽبي

(١): مشڪواة المصابيح ص ، 512

رهيون ٻانهون ۽ منهن سومنهن ڪي الله تعاليٰ جي دربار ۾ سجدي لاءِ مٽيءَ تي رکڻ نهايت عاجزي ۽ انڪساري آهي ۽ اهائي ٻانهي جي طرفان الله تعاليٰ جي دربار ۾ پياري عبادت ۽ وڏو نفعو ڏيڻ واري شي آهي ان جي ڪري سجدي ڪرڻ واري لاءِ مستحب آهي ته مٽيءَ تي سجدو ڪري ۽ هرو ڀرو مٽيءَ کان نفرت نه ڪري.

**سوال :.** تڙ لاهڻ وارو به وضو ڪرڻ واري وانگر تيمم ڇو ٿو ڪري ؟

**جواب :.** وضوءَ نه هجڻ جي صورت ۾ به تيمم اهڙوئي آهي جهڙو وهنجڻ واري لاءِ ڇو ته ٻيرن ۽ مٽي جي مٽيءَ سان مک ڪرڻ ۾ اهنج ۽ اهڙي تنگي آهي جيڪا تيمم جي موڪل ملڻ واري ضرورت کي ختم ٿي ڪري ۽ جيڪڏهن تيمم ڪرڻ وارو مٽيءَ ۾ ليٽي ٻچڙو ٿي الله تعاليٰ جي دروازي تي ايندو ته ڄڻ چوپايو آهي الله تعاليٰ انسان جي شان کي قائم رکندي کيس مٽيءَ تي ليٽڻ کان بچايو آهي

## وضوءَ دوران مخصوص عضون کي ڌوئڻ ۾ حڪمتون

ڄاڻڻ گهرجي ته وضوءَ ۽ وهنجڻ ۾ معنوي مشابهت به آهي ته ٻنهي ۾ هڪ قسم جي جدائي به آهي مشابهت جو وجهه ميري هجڻ ۽ معنوي ۽ حسي گد لائپ کان پاڪائي

حاصل ڪرڻ آهي ۽ جدائي اصل هي آهي جو غسل ۾ سڄي جسم تي پاڻي هاريو ويندو آهي ڇو ته پنهنجي آقا ، خالق ، مهربان ۽ محسن جي اڳيان هر حال ۾ هر طرح جي حسي يا معنوي گدلائپ کان پاڪ ٿي پيش ٿيڻ نهايت ئي اهم آهي پوءِ نماز جهڙي اهم ع بادت لاءِ ذهني طرح تيار ٿيڻ ۽ حياتيءَ جي ٻين سيني مشغولين کان پاڪ رهڻ لاءِ وضو مقرر ڪيو ويو آهي عقل ۽ طبيعت جي تقاضا موجب هجڻ ته ائين گهرجي ته هر نماز لاءِ سارو بدن ڌوئجي پر هي به ان ڪريم جو ڪرم آهي جو انسان ۾ موجود چئن عنصرن جي لحاظ سان وضوءَ ۾ چار فرض رکي چئن عضون جي ڌوئڻ جو حڪم فرمايائين حقيقت ۾ انسان ۾ طبيعتون چار آهن (١) گرمي (٢) سردي (٣) آلاڻ (۴) سڪاڻ پراهو الله تعالىٰ جو احسان آهي جو صرف ظاهر جي ڌوئڻ جو حڪم ڏنائين .

## ٻنهي هٿن کي ڪارائين تائين ڌوئڻ ۾ حڪمت

ٻنهي هٿن کي ڌوئڻ جو حڪم ان جي ڪري آيو جو اهي لڳائڻ ، ملائڻ ، وٺڻ، اٿڻ، وهڻ ۽ ٽيڪ ڏيڻ لاءِ گهڻو استعمال ٿيندا آهن ۽ اهيئي سختيءَ سان پڪڙڻ ۽ قوت جو ذريعو آهن .انهيءَ جي ڪري ئي ننڊ مان جاڳڻ وقت انهن جي ڌوئڻ جو حڪم آهي جيئن بخاري ۽ مسلم حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله

عليہ وسلم جن فرمايو "اِذَا اِسۡتَيۡقَظَ اَحَدُ كُمۡ مِنۡ نَوۡمِهٖ فَلَايَغۡمِسۡ يَدَهٗ فِی الۡاِنَاءِ حَتّٰی يَغۡسِلَهَا ثَلَاثًافَاِنَّهٗ لَايَدۡرِيۡ اَيۡنَ بَاتَتۡ يَدُهٗ " (١) يعني جڏهن اوهان مان ڪو ننڊ مان سجاڳ ٿئي ته پنهنجو هٿ ٿانو ۾ تيستائين نه وجهي جيستائين ان کي ڌوئي ڇو ته ان کي خبر نه آهي ته رات جوسندس هٿ ڪٿي رهيو .

## ڪرڙين ڪرڻ ۾ حڪمت

انسان جي اندر مان جيڪي بخار نڪرن ٿا انهن جو مرڪز وات آهي ۽ ڪاڏي جا ذرا جيڪي وات ۾ رهن ٿا انهن جي ڪري وات ۾ بدبوءِ ٿيندي آهي ۽ ڪنهن به چکڻ واريءَ شيءِ جو اصل ذائقو ان جي اصلي حالت تي به تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن ٻيا ذائقا نه رهندا انهن ٻين ذائقن ، بدبوءِ ۽ اندر جي بخارن سان گڏ گلا ، ۽ ڪوڙ ۽ چغلخوريءَ جو به وات سان واسطو رهي ٿو گلا ڪرڻ ڄڻ مئل ڀاء جو گوشت پٽي کائڻ آهي انهن سڀني خراب حالتن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪرڙيون مقرر ڪيون ويون آهن ۽ جڏهن وات سان الله تعالىٰ جي بارگاه ۾ نماز پڙهڻ جي دوران به مناجاتون ڪيون وينديون آهن تڏهن وات جو صاف ۽ نظيف هجڻ ضروري آهي ۽ ان جي ڪريئي ڏندڻ ڏيڻ به سنت مقرر ڪئي وئي آهي جيئن حضور صلي الله عليہ وسلم جن جو

(١) بلوغ المرام ص ١٣ ،

فرمان آهي تہ ” اَلسِّوَاكُ مِطْهَرَةٌ لِلْفَمِ مِرْضَاةٌ لِلرَّبِ“ (١) ڏندڻ وات جي پاڪائيءَ ۽ رب جي راضي ڪرڻ جو ذريعو آهي

## نڪ ۾ پاڻي ڏيڻ ۾ حڪمتون ـ ان ۾ بہ حڪمتون آهن

(١) هڪ تہ نڪ سان ماڻهو خوشبوءِ ۽ بدبوءِ ۾ تميز رکندو آهي نڪ ۾ پاڻي ڏئي صاف ڪرڻ سان اها تميز برقرار رهندي ڇو تہ بدبودار پاڻي وضوءَ ۾ استعمال ڪرڻ منع آهي (٢) ٻيو تہ هوائن لڳڻ جي ڪري نڪ ۾ مٽي وغيره داخل ٿي ويندي آهي ان ڪان بہ صفائي حاصل ٿيندي .

## منهن ڌوئڻ ۾ حڪمتون ـ ان ۾ بہ حڪمتون آهن

(١) هڪ هي آهي تہ جڏهن ٻانهو نماز ۾ بيهي ٿو تہ ڄڻ تہ الله تعالي جي بارگاهہ ۾ بيٺو آهي ۽ ان مقدس بارگاهہ جي طرفان سندن مٿان رحمتون ۽ برڪتون نازل ٿي رهيون آهن تڏهن ان وقت منهن صاف ۽ سٺو هجڻ کپي (٢) ٻي هيءَ آهي تہ انسان جي منهن ۾ بہ اکيون رکيل آهن جن سان ڪڏهن ناجائز شين ڏانهن بہ نهاريندو آهي . منهن ڌوئڻ سان گڏ اهي بہ ڌوپي وينديون آهن ۽ ان نهارڻ واري گناهہ کان آزاد ٿي وينديون آهن .

---

(١) حڪم الشرايعة ص ٢٦

## ڏونئڻ تائين هٿن ڌوئڻ ۾ حڪمتون

(١) هڪ ته اهي گهڻو ڪري ڪليل رهڻ جي ڪري ميربون ٿين ٿيون ۽ ڌوئڻ سان صاف ٿينديون (٢) ٻيو ته اٿڻ ۽ وهڻ ۾ ٻانهن تي ٽيڪ ڏني ويندي آهي جيڪڏهن گناهه جي ڪم ۾ انهن تي ٽيڪ ڏني وئي هوندي ته اهي گناهه معاف ٿيندا ۽ جي نيڪيءَ جي ڪم ۾ ٽيڪ ڏني وئي هوندي ته صاف سٺريون ۽ قوي ٿينديون.

## سڄي مٿي تي مک ڪرڻ ۾ حڪمتون

انسان جو مٿو پگهر نڪرڻ وارين جاين جو مرڪز ۽ حواس جو مجمع ۽ بدن ۾ اعلىٰ ۽ اشرف آهي ان جي ڪري ان تي هٿ گهمائڻ سٺي شيء آهي ۽ ان کي ڌوئڻ جي بجاءِ ان تي مک ڪرڻ ان جي ڪري مقرر ٿي جو مٿي تي وڏا وار هوندا آهن انهن کي هر هر سڪائڻ ۾ تڪليف ٿيندي آهي.

## ڪنن تي مک ڪرڻ ۾ حڪمت

اها ئي آهي جو اهي مٿي جي حد آهن ۽ هوائن جي ڪري انهن جي ٻاهرين حصن ۾ به مٿي اچي ويندي آهي جيڪا اندر وڃڻ جي ڪري ٻڌڻ ۾ خلل پيدا ڪندي ۽ مک ڪرڻ سان اها ڪنن جي ظاهري حصن تان لهي ويندي آهي.

## پيڏين (ڳرين) تائين پيرن ڌوئڻ ۾ حڪمتون – ان ۾ به حڪمتون آهن

(١) ته پيرن سان ماڻهو پنڌ ڪندو آهي جيڪڏهن پير اگهاڙا آهن ته ظاهر آهي ته مٽيءَ وغيره ۾ پرجي

وجن ٿا انهن کي ڏوئڻ کان سواءِ ڪو رستو ناهي پر جيڪڏهن جنتيءَ ۾ آهن ته به پيرن ۾ ٿورو گهڻو پگهر اچي ٿو ۽ ڏوئڻ سان ان جي بد بوءِ نڪري ٿي وڃي (٢) ٻيو ته پيرن سان ماڻهو الله تعالىٰ جي عبادت ٿو ڪري ۽ بارگاه ايزديءَ ۾ بيٺو آهي ان حالت ۾ پيرن جو صاف هجڻ ضروري آهي (٣) ٽيون ته انهن پيرن سان ماڻهو ڪڏهن الله تعالىٰ جي منع ڪيل ڪمن مثلاً گلا ، چغلخوري ، ڪوڙ وغيره سان پربل محفلن ۾ شريڪ ٿيندو آهي . ان ڏوئڻ سان پيرن جا اهي گناهه ڌوپي ويندا آهن . جيئن حضرت ابوهريرة رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو :

” اِذَاتَوَضَّأَ الْعَبْدُ الْمُؤْمِنُ فَمَضْمَضَ خَرَجَتِ الْخَطَايَا مِنْ فِيْهِ وَاِذَا اِسْتَنْثَرَ خَرَجَتِ الْخَطَايَا مِنْ اَنْفِهِ وَاِذَا غَسَلَ وَجْهَهُ خرَجَتِ الْخَطَايَا مِنْ وَجْهِهٖ حَتّٰى تَخْرُجَ مِنْ تَحْتِ اَشْفَارِ عَيْنَيْهِ فَاِذَا غَسَلَ يَدَيْهِ خَرَجَتِ الْخَطَايَا مِنْ يَدَيْهِ حَتّٰى تَخْرُجَ مِنْ اَظْفَارِ يَدَيْهِ فَاِذَامَسَحَ بِرَأْسِهٖ خَرَجُتِ الْخَطَايَا مِنْ رَاْسِهٖ حَتّٰى تَخْرُجَ مِنْ اُذُنَيْهِ فَاِذَاغَسَلَ رِجْلَيْهِ خَرَجَتِ الْخَطَايَا مِنْ رِجْلَيْهِ حَتّٰى تَخْرُجَ مِنْ تَحْتِ اَظْفَارِ رِجْلَيْهِ ثُمَّ كَانَ مَشْيُهٗ اِلَى الْمَسْجِدِ وَصَلٰوٰاتُهٗ نَافِلَةٌ لَّهٗ “ رواه مالك والنسائي ومسلم (١) يعني جڏهن مؤمن ٻانهو وضو ڪندي

(١) حڪم الشريعة ص ٢٧ ،

گرڙبون ڪندو آهي ته خطائون سندس وات مان نڪرنديون آهن ۽ جڏهن نڪ ڇنڊيندو آهي ته خطائون سندس نڪ مان نڪرنديون آهن ۽ جڏهن منهن ڌوئندو آهي ته خطائون سندن منهن مان نڪرنديون آهن ايتري قدر جو اکين جي پنبڻن جي هيٺان به نڪرنديون آهن . جڏهن هٿ ڌوئندو آهي ته خطائون سندس هٿن مان نڪرنديون آهن . جڏهن مٿي جي مک ڪندو آهي ته مٿي سان گڏ سندس ڪنن مان به خطائون نڪرنديون آهن جڏهن پير ڌوئندو آهي ته خطائون سندس پيرن مان تانجو پيرن جي ننهن جي هيٺان به نڪرنديون آهن ( جڏهن گناهه سڀ نڪري ويا ته ) پوءِ مسجد ڏانهن سندس پنڌ ڪرڻ ۽ نماز پڙهڻ سندس لاءِ وڌيڪ عمل هوندو.

**سوال :.** صرف مک ڪرڻ سان مٿي ۽ ڪنن جي نظافت ڪيئن ٿي حاصل ٿئي ؟

**جواب :.** ان نظافت ۾ اصل ڪارفرما شيءِ الله تعاليٰ جي حڪم جي اطاعت ۽ رسول الله صلی الله عليه وسلم جن جي اتباع آهي . جيڪو ماڻهو الله تعالى جي اطاعت ۽ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي اتباع جي نيت سان مٿي ۽ ڪنن تي هٿ گمهائي ٿو ته الله تعاليٰ سندن انهن عضون ۾ اهڙي نظافت پيدا ڪري ٿو جيڪا ڌوئڻ سان به حاصل نه ٿئي ڇاڪاڻ گهرجي ته وضوء ۾ جيڪڏهن ٻي

ڪا حڪمت نہ بہ هجي ها صرف ايترو هجي ها جو وضو آخرت ۾ هن امت جي سڃاڻپ لاءِ نشاني هوندو جنهن سان سڃاتا ويندا تہ اهو بہ ڪافي آهي .

## وضوءَ ڪان پوءِ استغفار ۽ دعائن پڙهڻ ۾ حڪمتون

(١) هڪ حڪمت هيءَ آهي تہ ٻانهو وضوءَ ڪرڻ ڪان پوءِ بہ پنهنجي قصورن جو اقرار ۽ اعتراف ڪري رهيو آهي تہ جيئن الله جا حقوق ادا ڪرڻ جو حق آهي اهو مون ادا نہ ڪيو آهي ان جي ڪري استغفار پڙهي پنهنجين ڪوتاهين جي معافي گهري رهيو آهيان .

(٢) ٻيو تہ ظاهري عضون ڌوئڻ ڪان پوءِ انسان جو پنهنجي باطني حالات ڏي توجه ڇڪجي وڃي ٿو تہ مون ۾ اجان تڪبر، خود پسندي ، حسد، برا اخلاق ۽ رذيل صفتون آهن ان جي ڪري استغفار ۽ دعائون پڙهي معافي گهران ٿو ڀلو آهي تہ انهن جي بہ معافي ملي وڃي تہ پوءِ وڃي سائين کي سجدو ڪيان ۽ انهن باطني خرابين ڏي ئي حديث شريف ۾ توجه ڏياربوويو آهي جيئن حضرت ابوهريرة رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو :

" اِنَّ اللهَ لَا يَنْظُرُ اِلىٰ صُوَرِ كُمْ وَاَمْوَالِكُمْ وَلٰكِنْ يَنْظُرُ اِلىٰ قُلُوْبِكُمْ وَاَعْمَالِكُمْ " (١) يعني الله تعالىٰ اوهان جن مالن ۽ صورتن ڏي نہ پر اوهان

(١) حڪم الشريعة ص ٣٢ .

جي دلين ۽ عملن ڏي ٿو نهاري ـ توبه بد اخلاقن کان صفائي حاصل ڪرڻ ۽ سهڻين عادتن جي پيدا ڪرڻ کان سواءِ حاصل نه ٿيندي آهي .

## موزن تي مک ڪرڻ ۾ حڪمت

ڪن ڪن ملڪن ۾ سرديءَ جي ڊپ کان چمڙي جا سخت ۽ پنيءَ تي چڪي بيهارڻ کان پوءِ نه لهڻ وارا موزا پيرن تي چاڙهيا ويندا آهن شرعي حڪم آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو سفر ۾ اهي موزا پائي نڪتو آهي ته تي ڏينهن ۽ ٽي راتيون ۽ جي ڳوٺ يا گهر ۾ آهي ته هڪ ڏينهن ۽ هڪ رات اهي موزا پيرن کان نه لاهي وضوءَ ڪرڻ وقت انهن جي مٿان مک ڪري ڇڏي ان ۾ حڪمت ( هيءَ ) آهي ته اها اجازت الله تعالىٰ جي طرفان ٻانهن تي خاص شفقت ۽ مهرباني آهي ڇو جو هرهر انهن جي لاهڻ ۾ تڪليف ۽ هرج آهي ۽ مسافر جڏهن ته سفر جون ٻيون تڪليفون به گهڻيون برداشت ڪري ٿو ته ان کي وڌيڪ هيءَ تڪليف نه ڏني وئي ۽ جڏهن ته ٽن ڏينهن کان وڌيڪ پير جو ڍڪيل رهڻ به ان ۾ بدبوءِ پيدا ڪندو تنهن جي ڪري هاڻي لاهي پير ڌوئي وري موزا پائي ڇڏي تانت ان پگهر ۽ بدبوءِ جي ڪري جسماني نقصان کان محفوظ رهي .

## وضؤ ڀڄندڙن ۾ حڪمتون ـ هواء نڪرڻ جي ڪري وضؤ ڀڄڻ ۾ حڪمت

هي آهي ته اهو واء اهڙين گندين شين کان اچي ٿو جيڪي هن کي به بدبودار بنائي ٿيون ڇڏين ۽ ان واء سان عضون ۾ نقص پيدا ٿيندو آهي جيڪڏهن نه نڪري ته تڪليف ٿي پوي ان جو نڪرڻ شفا ۽ الله تعالىٰ جي نعمت آهي ان جي شڪر ادا ڪرڻ جي لاءِ وضؤ نئون ڪيوٿو وڃي .

**سوال :.** ڇڪ اچڻ يا اوٻڳرائي ڏيڻ جي ڪري وضو ڇو نه ٿو ڀڄي حالانڪ اهي به واء آهن .

**جواب :.** ڇڪ دماغ ۾ گڏ ٿيل واء آهي جيڪو دماغي رڳن جي ذريعي نڪ کان نڪري ٿو ته ڇڪ اچي ٿي اوٻڳرائيءَ ۾ووري معدي جي مٿان واء گڏ ٿيل مٿي چڙهندو آهي . اهي ٻئي نه بدبودار آهن نه گندگي سان آلوده رهن ٿا ان جي ڪري انهن جي ڪري وضو نه ٿو ڀڄي.

## پيشاب ۽ پائخاني ڪرڻ جي ڪري وضؤ ڀڄڻ ۾حڪمتون

مذڪوره شين جي نڪرڻ جي ڪري جيڪا بدبوء ظاهر ٿيندي آهي ان جي ڪري هڪ ته نفس ۾ هڪ قسم جي پليدي ۽ ضعف پيدا ٿيندو آهي ملائڪن کان دوري ۽ شيطانن کي ويجهڙائي ۽ قرب حاصل

ٿيندو آهي ۽ شيطان ان کي گهيرو ڪري وهندا آهن اهوئي سبب آهي جو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن پيشاب ۽ پائخانو ڪرڻ کان اڳي ڪاڪوس ۾ گهڙڻ جي وقت هيءَ دعا سيکاري آهي: "اَللهُمَ اِنِي اَعوذُبِکَ مِنَ الخُبث وَالخَبائث (١) اي الله! مان پليديءَ ۽ پليدن (جن شيطانن وغيره) جي شر کان تنهن جي پناهه ٿو وٺان ۽ ڪاڪوس مان نڪرڻ وقت غُفرَانَکَ" (٢) (تو کان مغفرت ٿو گهران) آيو آهي.

## پيشاب ، پائخانه ۽ جماع ڪرڻ وقت بيت الله شريف واري طرف منهن ڪرڻ کان منع ۾ حڪمت

بيت الله شريف الله تعالىٰ جي قدرتي نشانين مان هڪ نشاني آهي جنهن جي تعظيم ڪرڻ ڄڻ ته الله تعالىٰ جي تعظيم آهي ۽ ان ۾ ڪوتاهي ۽ گهٽتائي ڪرڻ ڄڻ ته الله تعالىٰ جي تعظيم ۾ ڪوتاهي ۽ گهٽتائي ڪرڻ آهي ان جي ڪري بيت الله شريف جو حج فرض ۽ ان جي تعظيم جو امر ڪيو ويو آهي ۽ پاڪائي ۽ صفائي کان سواءِ بيت الله جي طواف ڪرڻ کان به منع ڪئي وئي آهي ۽ بشري ضرورتن پيشاب ، پائخاني ۽ جماع ڪرڻ وقت ڪعبه شريف ڏانهن منهن يا پٺي ڪرڻ ان تعظيم جي خلاف آهي ۽ تعظيم نه ڪرڻ ۽ بي ادبي ڪرڻ سان انسان جي

(١) بلوغ المرام ص ١٦ ، (٢) بلوغ المرام ص ١٧ ،

دل سخت ٿيندي آهي ۽ ان دل جي سختيءَ جو اثر سندس اولاد وغيره تي بہ پوندو آهي .
۽ پيو تہ دل ۾ الله تعالىٰ جي تعظيم جو هجڻ هڪ باطني امر آهي جنهن جي ثبوت لاءِ ظاهر ۾ بہ ڪو قرينو هجڻ کپي جيڪو ان باطني تعظيم جو قائم مقام ٿئي ۽ جڏهن نماز ۾ قبلہ ڏانهن منهن ڪرڻ الله تعالىٰ جي ياد ۽ قلبي تعظيم ۾ دلجمعيءَ جو قائم مقام آهي تہ جيڪا صورت ان جي منافي ۽ ضد آهي يعني پيشاب ، پائخانہ ۽ جماع ڪرڻ وقت قبلہ ڏانهن منهن ڪرڻ ان ۾ بہ سخت بي ادبي ۽ گستاخي آهي سيدنا رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن بہ تڏهن فرمايوآهي تہ " اذَا اَتيتُمُ اُلغائِطَ فَلاَتَستَقبِلُوا اَلقِبلَةَ ولاَتَستَد بِرُوهَا " (1) يعني جنهن وقت ڪاڪوس ڪرڻ جي جاءِ ۾ داخل ٿيو تہ نہ قبلي کي سامهون ٿيو ۽ نہ پٺي ڏيو.

(1) مشكواة شريف ص 42

## ننڊ ڪرڻ سان وضؤ ڀڄڻ ۾ حڪمت

ننڊ سان وضؤ ڀڄڻ جي حڪمت رسول اڪرم نور مجسم صلى الله عليہ وسلم جن هنن لفظن سان بيان فرمائيءِ آهي : اَلْعَيْنَانِ وِكَآءُ السِّتِ فَاِنَّهٗ اِذَا اِضْطَجَعَ اِسْتَرَخَتْ مَفَاصِلُهٗ (١) يعني اکيون انسان جي مقعد جو بند آهن پوءِ اهو جڏهن ليٽندو آهي تہ سندس سنڌ ڍراڻي ويندا آهن ۽ ننڊ جي حالت ۾ واء وغيره نڪرڻ جو غالب گمان هوندو آهي تڏهن ننڊ ڪندڙ لاءِ نئين وضؤ ڪرڻ جو ارشاد ٿيو آهي .

## ڪاڪوس ڏانهن وڃڻ ۽ ان مان نڪرڻ ڪان پوءِ ذعائن پڙهڻ ۾ حڪمت

پائخاني ڏانهن وڃڻ وقت " اَللّٰهُمَّ اِنِّیۡ اَعُوۡذُبِکَ مِنَ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ " پڙهڻ حديث شريف ۾ وارد آهي يعني اي الله ! مان توسان پليدي ۽ پليدن ڪان پناهہ ٿو وٺان . ان ۾ اها حڪمت آهي جو ان جاءِ ۾ پليدي هجڻ جي ڪري شيطان پليد رهندا آهن دعا سان انهن ڪان محفوظ رهڻ لاءِ عرض ڪري رهيو آهي ۽ نڪرڻ وقت " غُفْرَانَکَ " چوي يعني توڪان مغفرت ٿو گهران جو اها گهڙي شيطان سان گڏ هجڻ جي ڪري ذڪر ڪان غافل هيس .

### وهنجڻ ۾ حڪمتون

جاڳڻ گهرجي تہ منيءَ جو شهوة ۽ ٽپي سان نڪرڻ، ٻن اگهڙن جو ڪليل ٿڪرجڻ غسل ڪي واجب

بنائيندڙ آهن ڇو ته منيءَ جي نڪرڻ سان سڄو جسم نپوڙ جي ويندو آهي قرآن پاڪ ان کي "سلالة" سڏيو آهي جو اها سڄي جسم مان نڪرندي آهي غسل ڪرڻ اها ويل طاقت ورائيندو آهي ۽ جنهن حرارت ( گرميءَ ) جي ڪري سڄي جسم مان اها مني نڪتي آهي ان کي ٺاربندو آهي اها ويل خوشي ۽ قوت واپس ٿيندي آهي .

**سوال :.** جنهن عضوي مان مني نڪري ٿي ان مان بيشاب به نڪري ٿو پوءِ ان جي ڪري غسل واجب ڇو نه ٿو ٿئي ؟

**جواب :.** (١) ته پيشاب هميشه ۽ هرهر نڪرڻ وارو مادو آهي ان جي ڪري وهنجڻ ۾ مشقت ۽ تڪليف ٿئي ها الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن تي مهربان آهي، اهو انهن کي اها تڪليف ڏيڻ نه ٿو چاهي (٢)ته پيشاب کاڌي ۽ پيتي وارين شين جي هضم ٿيڻ کان پوءِ بچت وارو مادو آهي (٣) تيون ته جيئن مني سڄي جان کي نپوڙي نڪري ٿي ۽ ان جو غسل سان پوراء ڪيو ٿو وڃي تيئن پيشاب نه ٿواچي ۽ نه ان جي ڪري جسم ۾ ڪمزوري پيدا ٿئي ٿي جنهن کي غسل سان پورو ڪيو وڃي ۽ منيءَ نڪرڻ جي ڪري سستي پيدا ٿيندي آهي جنهن کي وهنجڻ سان دور ڪيو ٿو وڃي ۽ پيشاب ڪرڻ جي ڪري سستي پيدا نه ٿيندي آهي .

## نفاس ۽ حيض جي بند ٿيڻ جي ڪري غسل ۾ حڪمت

ان ۾ اها ساڳي حڪمت آهي جو جيئن منيءَ جي نڪرڻ جي ڪري بدن ۾ ڪمزوري ٿي اچي تيئن حيض به عورت جي ساري جسم کي متاثر ڪري ٿو نڪري ۽ جيئن غسل سان مني نڪرڻ جي ڪري آيل ڪمي پوري ٿئي ٿي تيئن حيض اچڻ جي ڪري پيدا ٿيل ڪمزوري به وهنجڻ سان پوري ٿئي ٿي ٻيو ته حيض گندگي آهي جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي "قُلْ هُوَاَذًى" فرماءِ ته اها گندگي آهي جنهن ۾ بدبو به هوندي آهي وهنجڻ سان اها گندگي ۽ ان جي بدبوءِ ختم ٿي ويندي آهي ۽ عورت ۽ سندس مڙس جو جسم نقصان کان محفوظ رهندو آهي ساڳي حالت ٻار ڄڻڻ کان پوءِ عورت کي اچڻ واري رت جي به آهي ۽ غسل ۾ ته الله تعالىٰ جي نعمت جو شڪر به آهي جنهن عورت کي ٻار ڄڻڻ وقت ممڪن خطري کان به بچايو آهي .

## ميت کي وهنجارڻ وارو پاڻ به وهنجي ان ۾ حڪمت

ظاهر آهي ته جڏهن ڪو ماڻهو ميت کي وهنجاريندي ان تي پاڻي هاريندو ته اُن کي به ان جي جسم سان لڳل ڦڙا لڳندا بلڪ ڪيترا ڀيرا ته ميت مان پليدي نڪرندي آهي جيڪا ممڪن آهي ته

وهنجارڻ واري ڪي لڳي ان جي ڪري اهو پاڻ بہ وهنجارڻ کان پوءِ وهنجي پاڪ صاف ٿئي .

## نماز جون حڪمتون

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ اسلام ۾ايمان آڻڻ کان پوءِ اهم فرض نماز آهي ڇو تہ اها دين جو ٿنڀ، يقين جو نور، مسلمانن جي لاءِ امن جو سبب ۽ عابدن جي راحت آهي ۽ اهائي الله تعالىٰ ۽ ٻانهن جي وچ ۾ مضبوط ڪڙو ۽ مستحڪم رابطو آهي ۽ ان سان ئي پاڪ نفس کي قرار، روح کي راحت ۽ اندر کي آرام ايندو آهي ۽ اهائي بدنن جي رياضت آهي ، ڇو تہ سيدنا رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن حضرت بلال رضي الله عنہ کي فرمائيندا هئا " اَرِحْنَا بِالصَّلٰوةِ يَا بِلَالُ ! (١) اي بلال اسان کي نماز سان راحت ڏي ۽ ان جي لاءِ ئي حبيب پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن فرمايو آهي . تہ " پنجن نمازن جو مثال هڪ مٺي پاڻيءَ جي نهر وانگر آهي جيڪا اوهان مان ڪنهن هڪ جي دروازي تي هجي ۽ ان ۾ پنج ڀيرا وهنجي ڇا ان جي بدن تي ميرنهہ رهندي؟ اصحابن عرض ڪيو تہ : ان جي بدن تي ميرنهہ نہ رهندي ( رواه احمد والشيخان ) نمازيءَ کي هڪ اهڙي ماڻهو سان تشبيه ڏني وئي آهي جنهنجو بدن ڪپڙن جي ميري هجڻ سان گڏ

(١) حڪم الشريعة واسرارها ص ٤١ ،

گناهن ۽ براين سان ڀـ گندو ٿيل هجي وضوءَ ۽ وهنجڻ سان انهن گندگين کان پاڪ ۽ صاف ٿئي ۽ نماز جي ذريعي گناهن کان آجو ٿئي نماز اصل ۾ الله تعالىٰ جي سندس شان مطابق ثنا ڪرڻ آهي ۽ جيئن ڪا عمارت سرن ۽ گاري سان ٺهندي آهي يا جيئن بهشت جون محلاتون سون ۽ چانديءَ جي سرن سان ٺهيلون آهن ۽ انهن جي اوساري ۾ گاري جي بجاءِ مشڪ ملايل آهي تيئن نماز جي عمارت نماز ۾ بيهڻ ، قرأت ، رڪوع ۽ سجدي سان ٺهندي آهي جنهن ۾ تسبيح ، حمد ۽ ثنا وغيره گاري وانگر ملائڻ جو ڪم ڏين ٿا .

## نماز ڪڏهن ۽ ڇو فرض ٿي ؟

نماز حضور پر نور صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جن جي معراج ڪرڻ واريءَ رات فرض ٿي هئي. تانت ٻانها پنهنجي پروردگار جي اڳيان محتاج ۽ فقير هجڻ جو اظهار ڪن ۽ ڪائنس پنهنجي حاجتن جي حصول جي لاءِ مدد وٺن ، سندس شڪر ادا ڪن ، ان عجز ۽ انڪساري ، سان گناهہ ميٽرائي دنيا جون ٻلايون ۽ آخرت جو اجر ۽ ثواب حاصل ڪن .

## نماز براين ۽ بڇڙاين کان روڪي ٿي .

الله تعالىٰ جو فرمان مڪرم آهي تہ " اَقِمِ الصَّلٰوةَ اِنَّ الصَّلٰوةَ تَنْهٰى عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ " (١) يعني نماز قائم ڪر يقينًا نماز بيحيائيءَ ۽ برائيءَ کان روڪيندي آهي

(١) سورة العنيڪبوت آيت ٤٥ .

## نماز جي اندرين فرضن جون حڪمتون

ڇاڻ گهرجي تہ نماز لاءِ نماز ڪان ٻاهرين فرضن جون حڪمتون لکجي آيون هاڻي نماز ۾ اندرين فرضن جون حڪمتون لکجن ٿيون پر انهن جي بيان ڪرڻ کان اڳ ۾ نماز لاءِ بانگ ڏيڻ ۽ جماعت سان پڙهڻ ۾ ڪهڙيون حڪمتون آهن ؟ انهن جو بيان لکجي ٿو.

## بانگ ۾ حڪمت

نماز ۾ شروع ٿيڻ کان اول مسجد ۾ بانگ ڏيڻ جو شرعي حڪم آهي ۽ اهو ان جي ڪري جو انسان مختلف ڌنڌن، ڪاروبار ۽ معاشي مسئلن ۾ايترو تہ مشغول هوندو آهي جو گهڻن کان نماز جو وقت ئي وسري ويندو آهي ۽ ڪانئن جماعت سان نماز پڙهڻ رهجي ويندي آهي اسلام ۾ ان جي ڪري بانگ رکي وئي تہ ماڻهن کي نماز ياد اچي ۽ ان جي وقت ٿيڻ جي خبر پوي ۽ بانگ هن امت جي خصوصي نشاني آهي . اڳين امتن ۾ بانگ نہ هئي ۽ بانگ ۾ " حي علي الصلواة "جو جملو آٺي صرف نماز لاءِ سڏ نہ ڪيو ويو آهي پر ان کان اڳم الله اڪبر ، شهادت جا ڪلما آڻي آخر ۾ بہ الله اڪبر آڻي جنهن پاڪ رب کي سجدو ڪيو ٿو وڃي ان جي ڪبريائي ، عظمت ۽ سندس هيڪڙائيءَ جو اقرار ۽ جنهن رسول مقبول صلى الله تعالىٰ عليہ وسلم جي ذريعي الله تعالىٰ اهي ڳالهيون پهچايون

آهن ان جي رسالت جي شاهديءَ ڏيڻ جو بہ بيان ڪيو ويو آهي تانت سڌ ٻڌڻ وارو سوچي ۽ متوجهہ ٿئي تہ جنهن جي سجدي لاءِ سڏيو ويو آهي اهو سڀ کان وڏو آهي .

## بانگ ڏيندي ڪنن ۾ آڱريون وجهڻ ۾ حڪمت

محدث ابن ماجہ روايت آندي آهي تہ رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن بلال کي اِمر ڪيو هو تہ پنهنجن ڪنن ۾ آڱريون وجهي بانگ ڏي اهي تنهنجي آواز کي مٿي ڪرڻ ۾ مدد گار ثابت ٿينديون(١) .

## ٻار جي ڪن ۾ ڄمڻ شرط بانگ ڏيڻ ۾ حڪمت

جڏهن ڪو بہ ٻار ماء جي پيٽ کان ٻاهر اچي تہ ان جي ڪن ۾ الله تعالىٰ جي هيڪڙائي ۽ ان جي محبوب صلى الله عليہ وسلم جي رسالت جي شاهدي پهچائي وڃي تانت اها ان دماغ ۾ مستقل طور رهي ۽ ان جي فطرت ۾ مرڪوز ٿئي . تہ الله تعالىٰ جي توحيد ۽ نبوي رسالت جو اقرار ڪندي ڪيس ڪا تڪليف محسوس نہ ٿئي ۽ چوٽي آهي تہ ننڍي هوندي ياد ڪرڻ ائين آهي جيئن پٿر تي ليڪو.

(١) ابن ماجه ص 236 ، جلد اِ مطبوعه بيروت

## نماز جي لاءِ وقت مقرر ڪرڻ ۾ حڪمتون

ڪنهن بہ ڪم جي لاءِ وقت جي مقرر ڪرڻ ۾ قدرتي تاثير رکيل آهي جو ان مقرر وقت جي اچڻ تي انسان جي قلب ۾ ان فرض جي ادا ڪرڻ جو احساس پيدا ٿيندو آهي ۽ روحاني قوتون ان فرض ڪيل عمل ڏانهن خوشيءَ يا نا خوشيءَ سان ڇڪينديون آهن نماز جي لاءِ بہ الله تعالىٰ جي طرفان وقت مقرر ڪيل آهن جيئن سندس پاڪ فرمان آهي "اِنَّ الصَّلٰوةَ كَانَتْ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ كِتَابًا مَّوْقُوْتًا" (١) يقينًا نماز مومنن تي فرض آهي جنهن جا وقت مقرر ڪيل آهن ۽ اهي وقت اجايا مقرر ڪيل ناهن پر انهن ۾ بہ عظيم حڪمتون ۽ وڏيون مصلحتون رکيل آهن

## نماز ۾ بيت الله شريف ڏانهن سامهون ٿي بيهڻ ۾ حڪمتون

(١) تہ بيت الله ڏانهن متوجهہ ٿيڻ ۾ سيدنا ابراهيم ۽ سيدنا اسماعيل عليهما السلام جي ياد تازي ٿيندي آهي . ڇو تہ اهي، ڪعبہ مشرف جاباني هيا (٢) تہ مسلمانن کي الله تعالىٰ جي پنهنجي رسول مقبول صلى الله عليہ وسلم سان اها محبت ياد ڏياري ٿي وجي جنهن جي ڪري بيت الله شريف ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ جو حڪم

(١) سورة النسآء آيت ١٠٣ ،

ڪيو ويو هو جيئن فرمان ايزدي آهي " قَدْ نَرٰي تَقَلُّبَ وَجْهِكَ فِى السَّمَآءِ فَلَنُوَلِّيَنَّكَ قِبْلَةً تَرْضَاهَا (١) يعني ( اي حبيب عليڪ الصلواة والسلام ) اسين اوهان جي آسمان ڏانهن منهن (مبارڪ ) ڦيرائڻ ڪي ڏسون ٿا ضرور ضرور اوهان کي ان قبلہ ڏانهن ڦيرائينداسون جنهن کان اوهان راضي ٿيندؤ۔ هن مان ثابت ٿيو تہ بيت الله ڏانهن منهن ڪري هن عبادت ڪرڻ جو حڪم مليوئي محبوب عليہ الصلواة والسلام جن جي راضي ڪرڻ جي لاءِ آهي (٣) تہ پوري دنيا ۾ رهڻ وارن مسلمانن جو هڪ قبلہ ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ هن ڳالهہ جو دليل آهي تہ اهي پاڻ ۾ پائرن وانگر آهن جن جو دليون هڪ ٻئي سان محبت ۾ متحد آهن ۽ سندن رهائش، جاين ، ٻولين ۽ رنگن جي مختلف هجڻ جي باوجود اهي هڪ الله تعالىٰ کي پوڄڻ وارا آهن بيت الله ڏانهن سامهون ٿيڻ ۾ بيت الله جي عبادت ڪانہ ٿي ڪئي وڃي عبادت ۾ مقصود صرف الله تعالىٰ جي ذات آهي .

(١) سورة البقره آيت ١۴۴ ،



## عبادت لاءِ نيت ڪرڻ ، ان ۾ اخلاص جي ضرورت ۽ ان ۾ حڪمت

جيئن هر جسم لاءِ روح ضروري آهي جو ان کان سواءِ جسم بيڪار آهي تيئن نماز ۽ ٻيءَ هر عبادت جو روح اخلاص ، للهيت ۽ الله تعالىٰ جي رضا حاصل ڪرڻ آهي ڇو تہ اخلاص سان ئي انسان دنيا ۽ آخرت جون سعادتون حاصل ڪندو آهي .

## سيدنا علي المرتضىٰ رضي الله عنه جو اخلاص

حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن نماز جو وقت ٿيندو هو تہ پاڻ نهايت حيرت جي مقام ۾ اچي ويندا هئا ۽ سندن منهن مبارڪ جو رنگ متغير ٿي ويندو هو . ڪائنن پڇيو ويو تہ اي مومنن جا امير ! ڇا ٿي ويو ؟ فرمائيندا هئا تہ ان امانت جي ادا ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي جيڪا الله تعالىٰ آسمانن ۽ زمينن تي پيش ڪئي پر انهن ان جي کڻڻ کان معذرت ظاهر ڪئي ۽ انسان اها کنئي هئي .

## حضرت امام زين العابدين رضي الله عنه جو اخلاص ۽ للّٰهيّت

روايت ۾ آهي تہ حضرت امام زين العابدين علي بن امام حسين رضي الله عنه جڏهن وضو ڪندو هو

ته سندس منهن مبارڪ متغير ٿي ويندو هو عرض ڪرڻ واري عرض ڪيو ته قبلا! اوهان ڪي وضوءِ ڪرڻ وقت ڇا ٿو ٿئي ؟ فرمايائون ته: اوهان ڪي خبر آهي ته مان ڪنهنجي اڳيان حاضر ٿي بيهي رهيو آهيان . حضور پرنور صلى الله عليه وسلم جن هڪ شخص ڪي نماز ۾ ڏاڙهيءَ سان هٿ چراند ڪندي ڏسي فرمايو ته : جيڪڏهن هن جي دل نماز ۾ نوڙت ڪري ها ته هن جا هٿ پير وغيره به نوڙت ڪن ها (١)مقصد ته دل سان نماز نه ٿو پڙهي (۴) ته پانهي جي ظاهر جو باطن سان تعلق قائم رهي جڏهن جسم بيت الله ڪي سامهون هوندو ته سندس دل به انشاء الله تعالىٰ اوڏانهن متوجهه ٿيندي (۵) ته جڏهن ڪو پانهو الله تعالىٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿيندو آهي ته ان جي دل ۾ نور پيدا ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن گهڻا پانها گڏجي عبادت ڪندا ته سيني جي دلين جو نورانين ٿي ويندو جيئن هڪ جاءِ ۾ گهڻا ڏيا يا بتيون رکجن يا بلب لڳائجن پر جڏهن ته هڪ جاءِ ۾ اندر ساري امت جو گڏ ٿيڻ ممڪن نه هو تڏهن انهن جي لاءِ هڪ قبلو مقرر ڪيو ويو جنهن ڏي ساريءَ دنيا جا مسلمان هڪ ئي وقت ۾ متوجهه ٿي عبادت ڪن ۽ انهن مان ڪاملن جي انوار جون تجليون ناقصن ڪي به نوازين .

---

(١) حكم الشريعة واسرارها ص ۴۴.

## نماز جي لاءِ جاءِ ۽ لباس جي پاڪ هجڻ ۾ حڪمتون

(١) سمجهڻ گهرجي تہ جيئن بادشاهن جي دربار ۾ حاضريءَ جي لاءِ ڪپڙن ۽ جاءِ جي صفائي سٿرائي نظر ۾ هوندي آهي تيئن ان احڪم الحاڪمين مالڪ جي بارگاه ۾ حاضريءَ جي لاءِ بہ ڪپڙن ۽ جڳهہ جي صفائي ضروري هوندي آهي ڇو تہ اهو پاڪ آهي ۽ پاڪائي کي پسند ڪندو آهي ۽ هر قسم جي گندگي ۽ آلودگي ان کي نا پسند آهي اهوئي سبب آهي جو الله تعالىٰ فرمايو آهي " وَثِيَابَكَ فَطَهِّرْ " (١) ۽ پنهنجن ڪپڙن کي پاڪ رک (٢) تہ پاڪ نہ هجڻ ۽ گندگيءَ کي شيطان سان مناسبت آهي ان جي ڪري ٻانهو جڏهن الله تعالىٰ جي بارگاه ۾ عبادت لاءِ بيهي تہ شيطان سان مناسبت رکڻ وارين شين کان مڪمل طور تعلقات ڪٽي ۽ ڪنارو ڪري .

**نماز جي حقيقت :.** چاهڻ گهرجي تہ جڏهن انسان پنهنجي پالڻهار کي ڪنهن مصيبت جي دفع ٿيڻ يا ڪنهن نعمت جي ملڻ جي لاءِ درخواست ڪندو آهي تہ ان وقت زياده مناسب اهو آهي تہ قولي ۽ فعلي تعظيم ۾ مستغرق ٿي وڃي تانت سندس همت جيڪا سندس درخواست جو روح آهي

(١) سورة المدثر آيت ۴ ،

اثر انداز ٿئي ان لاءِ پنهنجي دل ۾ الله تعالىٰ جي بزرگيءَ ۽ جلال کي ڏسي عاجزي ۽ انڪساري ڪجي ۽ پنهنجن هٿن پيرن منهن وغيره کي صحيح استعمال ڪجي ۽ نمازن جا وقت پنج آهن جيئن بيمار کي ٻه يا ٽي يا چار يا پنج وقت دوا پياري ويندي اهي، تانته مهلڪ مرض کان شفاياب ٿئي تيئن انهن پنجن مخصوص وقتن ۾ نماز ٻه ادا ڪئي ويندي آهي تانته ته ٻانهو گناهن جي موذي ۽ هلاڪ ڪندڙ مرض کان محفوظ رهي .

## صبح ( فجر ) نماز ۾ حڪمت

انسان جڏهن رات واري ننڊ ڏيؤ تي ڪري اٿندو آهي ان لاءِ مناسب آهي ته پنهنجي خالق ۽ مالڪ جو شڪر ادا ڪري جنهن انکي اهو آرام نصيب ڪيو ۽ ننڊ مان جيڪا موت جي ڀيڻ آهي ڪيس جيئرو اٿاريو ۽ جن مومنن ڀائرن کان سڄي رات جدا رهيو نماز تي انهن مان هر هڪ سان ملاقات سان انهن جي خيريت وغيره معلوم ڪري ۽ خبر ناهي ته سڄ اڀرڻ کان پوءِ انسان جي مقدر ۾ ڇا اچي رهيو آهي ان جي ڪري ان کان اڳم ئي الله تعالىٰ جي دربار ۾ زاري ، تضرع ڪري معافي وٺي ۽ پناهه گهري.

## ٻپهري ( ظهر ) نماز ۾ حڪمت

سج اڀرڻ کان پوءِ انسان پنهنجي ۽ پنهنجن ٻچن اهل ۽ عيال جي معاش وغيره لاءِ نڪري ٿو ۽ غالبًا منجهند جو موٽي ٿو . ڪاڏو ڪائي آرام ڪري ٿو هاڻي جو ننڊ مان اٿي ته الله تعالىٰ جي شڪر ادا ڪرڻ جي لاءِ نماز پڙهي جنهن ڪيس سلامت رکيو آهي .

## وچين ( عصر ) نماز ۾ حڪمت

ان وقت انسان الله تعالىٰ جو شڪر ٿو ڪري جنهن سڄو ڏينهن ڪيس سينالي رکيو ۽ اندر يا ٻاهر هو هاڻي اهل عيال سان ملي ٿو انهن جي خوش حالت ڏسي خوش ٿئي ٿو

## سانجهيءَ (مغرب) نماز پڙهڻ ۾ حڪمت

انسان ڏينهن جي روشنايءَ سان ڪافي اميدون وابسته رکي ٿو ۽ جڏهن سج لهي ٿو ته رهيلن اميدن لاءِ مايوسي محسوس ڪري ٿو انهن مايوسيءَ جي حالات کي منهن روحاني قوت سان ڏئي سگهبو آهي ان روحاني قوت حاصل ڪرڻ جي لاءِ سانجهي نماز مقرر ڪئي وئي آهي . جيڪا دل کي اطمينان ۽ قلب کي قرار ڏيندي آهي .

## سومهڻي ( عشاء ) نماز ۾ جڪمت

رات جي ان وقت ۾ دنيا تي انڌيرو ۽ غفلت طاري ٿيندي آهي انسان ان وقت پنهنجي سائينءَ کي سجدا ڪري ظاهري انڌيرن سان گڏ باطني انڌيرن

ڪان بچڻ جي لاءِ دعائون ڪري ۽ ان ڏانهن متوجه رهي .

## جماعت سان نماز پڙهڻ ۾ حڪمت

ڇاڻ گهرجي ته اسلام جا دشمن شيطان جن ۽ انسان وغيره ڪوشش ڪندا آهن ته مسلمان منتشر ۽ هڪ ٻئي ڪان جدا هجن تان ته ڪمزور ٿيڻ جي ڪري ديني خدمتون ڪري نه سگهن الله تعالىٰ ۽ ان جي پياري رسول مقبول صلى الله عليه وسلم جن انهن جي خلاف مسلمانن کي هڪ مسجد ۾ هڪ وقت ۾ گڏجي نماز پڙهڻ جو حڪم فرمايو تانت اهي هڪ ٻئي کي سڃاڻن هڪ ٻئي جي ڏک سک کان واقف رهن هڪ ٻئي جي دنيوي همدرديءَ سان گڏ ديني خدمتون به گڏجي ڪن ۽ نماز ۾ صفون ناهي اهڙي نموني بيهن جو امير ۽ فقير، آقا ۽ غلام ۾ فرق نه رهي

## نماز بيهي پڙهڻ ۾ حڪمت

جيئن دنيا ۾ نوڪر رئيس جي اڳيان ، خادم مخدوم جي اڳيان ادب سان بيٺو هوندو آهي تيئن ٻانهي کي حڪم ڪيو ويو آهي ته نماز جي حالت ۾نهايت نياز نوڙت،خشوع ۽ خضوع سان بيهي التجائون ۽ عرض ڪري ۽ پنهنجن دشمنن نفس ،۽ شيطان کي پنهنجن پيرن جي هيٺان رکي ۽ پنهنجيءَ دل ۽ جسم کي ان حقيقي معبود ڏانهن متوجه رکي جنهن جي عظمت ، هيبت ۽ جلال رات ڏينهن سندس ذهن مان غائب ناهي ان جي دربار ۾ ان جي

لاءِ وڏي شرف واري قرآن پاڪ جي تلاوت ان حال ۾ ڪري جو ان پاڪ ذات جي اڳيان بيٺل آهي جنهن جي اڳيان ڪائنات جا سرجهڪيل آهن جيڪو ٻانهن تي غالب ، قاهر ۽ سندن سينن جي رازن کان واقف آهي .

## هٿ ٻڌي بيهڻ ۾ حڪمت

نمازي نماز ۾ سڄو هٿ ڪٻي تي رکي مسڪين ، ضعيف ۽ عاجز ٿي ٻئي هٿ ان لاءِ ٻڌي بيهندو آهي تہ اهو دنيا ۾مشغول ٿيڻ کان هٿ روڪي پنهنجي حقيقي خالق جي خدمت ۾ حاضر ٿي ان جي فرمانبرداري ڪري رهيو آهي ۽ ان عزم سان بيٺوآهي تہ اهو منعم ۽ محسن جي دروازي کي ڇڏي ٻئي دروازي تي وڃڻ لاءِ تيار ناهي .

## تڪبير تحريمہ ۾ حڪمت

نماز پڙهڻ وارو نماز شروع ڪرڻ وقت ان واحد وحده لاشريڪ له جي وڏائي بيان ڪندو آهي جنهن جي ڪبريائي واري صفت جي اڳيان ٻيو ڪير بہ وڏو ناهي ۽ هن کي تحريم ( حرام ڪرڻ واري ) تڪبير چوندا آهن يعني ان کان اڳ ۾ جيڪا بہ ڳالهہ ، ٻولهہ، کائڻ ، پيئڻ وغيره حلال هئي سو هاڻي جيستائين نماز پڙهي پوري ڪندو تيستائين حرام ٿي ويو .

## تڪبير تحريمہ وقت هٿن کڻڻ ۾ حڪمت

نمازي جڏهن تڪبير لاءِ هٿ مٿي کنيا تہ اهو چئي چڪو تہ مولا ! مون هر شيءَ مان هٿ ڪڍي، ڇڏيا

هاڻي مان هٿين خالي آهيان هرشيءَ تنهنجي ملڪيت آهي تون ئي هرشيءَ جو حقيقي وارث آهين مان محتاج ۽ فقير تنهنجي عطا ۽ بخشش جو طالب ۽ اميد وار آهيان

## تڪبير تحريمه ۾ عورت جي ڪلهن تائين هٿ کڻڻ ۾ حڪمت

ان ۾ اهو راز آهي ته عورت جو مرتبو مرد کان هيٺ ۽ گهٽ آهي ۽ عورت جي لاءِ پردو ڪرڻ ئي اهم آهي بس ايترا هٿ مٿي کڻي زياده نه کڻي .

## ثناء پڙهڻ ۾ حڪمتون

(١) ته تڪبير تحريمه کان پوءِ " سُبحَانَکَ اللهُم " آخر تائين پڙهڻ ۾ هي حڪمت آهي ته جيئن بادشاهه جي دربار ۾ اول اجازت طلب ڪبي آهي ان کانپوءِ سلام ڪبو آهي تيئن تڪبير تحريمہ ايزدي بارگاه ۾ اجازت طلبي هئي ۽ ثناء ان جي سلام ڪرڻ جي بجاءِ آهي (٢) ته انسان جي فطرت ۾ اها ڳالهہ ويٺل آهي ته اهو جڏهن ڪنهن امير وغيره کان سوال ڪندو يا حاجت گهرندو آهي ته اول ان جي دربار جا آداب بجا آڻي پوءِ ان جي ڪردار ، اوصاف ، اخلاق جي ساراهہ ڪندي پنهنجي عاجزي ۽ انڪساري بيان ڪندي مقصد جو اظهار ڪندو آهي اهوئي طريقو هتي به سيکاربو ويو آهي تانت انسان جي نفس کي الله تعالىٰ جي وڏائي بي نيازي

بي پرواهي ۽ پنهنجي ڪمزوري ۽ هيڻاهيءَ کان واقفي ٿئي .

## ثناء کان پوءِ اعوذ پڙهڻ ۾ حڪمت

نماز ۾ تڪبير ۽ ثناء کان پوءِ جڏهن ته قرآن پاڪ جي تلاوت ايندي آهي ان جي ڪري اول اعوذ پڙهڻ جو حڪم ڏنو ويو تانت الله تعالىٰ جي فرمان :

" فَاِذَا قَرَأْتَ الْقُرْآنَ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ " (١) ( پوءِ جڏهن قرآن پڙهين ته ( اول ) الله تعالىٰ سان تڙيل شيطان کان پناهه گهر ) جي ادائيگي ٿي وڃي .

## اعوذ کان پوءِ بسم الله پڙهڻ ۾ حڪمت

ان ۾ اهو راز آهي ته الله تعالىٰ جي ڪلام پڙهڻ کان اڳ ۾ سندس پاڪ نالي سان مدد ۽ برڪت حاصل ڪئي وڃي .

## سورة الفاتحه پڙهڻ ۾ حڪمت

نمازي نماز ۾ الله تعالىٰ جي حمد ڪرڻ ۽ ان جي دربار مان دعائون پنڻ لاءِ بيهندو آهي ۽ سورة الفاتحه جڏهن ته جامع دعا آهي جنهن ۾ الله تعالىٰ جي حمد ، ربوبيت ، قيامت جي ڏينهن مالڪ هجڻ واربن صفتن سان گڏ ان لاءِ عبادت ڪي مخصوص ڪرڻ ان کان مدد ۽ نعمت ڪيلن ٻانهن واريءَ

(١) سورة النحل آيت ٩٨ ،

سڌيءَ واٽ تي هلڻ لاءِ دعا گهري ۽ غضب ڪيلن ۽ گمراهن جي رستي کان پناهه طلب ڪرڻ ذڪر ڪيل آهي ۽ پلي دعا به اها آهي جيڪا جامع آهي تڏهن ان جي تلاوت نماز ۾ ضروري آهي .

## آمين چوڻ ۾ حڪمت

مٿي لکي آيا آهيون ته سورة الفاتحہ جامع دعا آهي ۽ دعا جي قبول پوڻ لاءِ آمين سان عرض ڪيو ويندو آهي تنهنجي ڪري فاتحہ کان پوءِ آمين پڙهي ويندي آهي

## سورة فاتحہ سان ٻي سورة ڳنڍڻ ۾ حڪمت

مٿي لکي آيا آهيون ته سورة فاتحہ جامع دعاءِالله تعالىٰ کي عرض ڪرڻ آهي ته ان کان پوءِ ٻيءَ سورة جو ملائي پڙهڻ گويا ان سوال جو جواب آهي جنهن ۾ انسان جي سيني ڪاميابين جو راز سمايل آهي جڏهن ”اِهْدِنَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ“ سوال کانپوءِ سورة پڙهي وئي ته ” ذَالِكَ الْكِتَابُ لَارَيْبَ فِيْهِ هُدًي لِلْمُتَّقِيْنَ “ جي دلالت سان معلوم ٿيو ته سائل جو سوال پورو ٿي ويو ڪيس هدايت نصيب ٿي تڏهن قرآن پاڪ پڙهي رهيو آهي .

## رڪوع ڪرڻ ۾ حڪمت

نمازي بيهڻ کان پوءِ رڪوع ۾ جهڪندو آهي جنهن ۾ ان ڳالهه ڏي اشارو هوندو آهي ته انسان جو هڪ حال تي رهڻ محال آهي ۽ جڏهن ته بعضي ماٿهن

وٽ ايو بيهڻ عُجب ، خود پسندي ، ۽ وڏائي تي دلالت ڪندو آهي ته نمازيءَ لاءِ مناسب آهي ته هٿيلن ۽ متڪبرن جي حال ڪان هٽي ڪنڌ جهڪائي اللهتعاليٰ جي متواضع ۽ منڪسر مزاج ٻانهن جي زمري ۾ شامل ٿئي ۽ ڪنڌ به ان ڪريم ۽ قادر رب جي اڳيان جهڪائي جنهن جي اڳيان طوعًا يا ڪرهًا ڪائنات جا ڪنڌ جهڪيل آهن ان طريقي سان اهو مالڪ مٿي جي تعظيم ڪري رهيوآهي .

## رڪوع ڪان مٿو مٿي ڪٽي سڌو ٿي بيهڻ ۾ حڪمت

رڪوع ڪان مٿو مٿي ڪٽي " سَمِعَ اللهُ لِمن حَمِدَه " چوڻ سان اهو اظهار ڪيو ويندو آهي ته ٻانهو هيٺ جهڪيل هجي يا مٿي پر هر حال ۾ الله تعاليٰ جو حمد ڪري ۽ اهو مهربان مالڪ حمد ڪرڻ واري جو حمد ٻڌي ٿو ۽ يقين آهي ته ڪرم سان قبول به ڪرڻ فرمائيندو .

## نماز ۾دن جي هيٺان هٿ رکڻ۾ حڪمت

دن جي هيٺان هٿ رکڻ۾ پنهنجي اگهڙڪي پاڪ ۽ صاف رکڻ جي لاءِ التجا ۽ عرض ڪرڻ آهي

## نماز ۾هيڏي هوڏي نهارڻ ۽ ماڻهن سان ڳالهائڻ ڪان منع هجڻ ۾ حڪمت

جڏهن ٻانهو نماز ۾بيهي ٿو ته الله تعاليٰ جو ان ڏانهن خصوصي توجهه ۽ ڪرم رهي ٿو ان جي لاءِ الله تعاليٰ جي رحمت جا درواز کلن ٿا پوءِ

ٻانهي کي لائق آهي جو غير ڏي نهاري يا متوجهه رهي يا غير سان ڳالهائي ؟ نہ هرگز نہ بلڪ ٻانهو تہ ايڏي وڏي محنت ڪري جو غير جو سندس دل ۾ وهم بہ نہ اچي دنيوي بادشاهہ يا حاڪم جي اڳيان بيهڻ وارو جڏهن ٻئي ڏانهن متوجهہ نہ ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ حقيقي حاڪم ، وجود ڏيندڙ، مالڪ جي اڳيان بيهي سندس عبادت جي نيت ڪري پوءِ ٻين ڏانهن متوجهہ ٿيڻ ڪهڙي انسانيت آهي ؟ .

## سجدي ڪرڻ ۾ حڪمت

نمازي جڏهن احڪم الحاڪمين رب جو قرآن پڙهيو تہ ان ۾ الله تعالیٰ جي اطاعت ۽ ان جي بارگاهہ ۾ جهڪڻ جو حڪم مليل ڏسي رڪوع ۾ آيو پر اجان بہ جڏهن تہ پورو پورو خشوع ، نياز ۽ نوڙت رهيل هئي تہ ان جي ڪمال جو اظهار سجدي ڪرڻ سان ٿئي ٿو جو انسان پنهنجي جسم ۾ نهايت ئي عزت وارو حصو منهن ۽ نڪ زمين تي رکي سائينءَ کي سجدو ڪري ۽ عبادت جو مقصد بہ اهو آهي تہ بارگاه ايزديءَ ۾ ڪمال تضرع بہ نهايت عجز ۽ انڪساريءَ سان اظهار ڪيو وڃي .

### سوال :.

نماز جي هڪ رڪعت ۾ ٻہ سجدا ڇو ؟

جواب :. پهريون سجدو نفس کي ان ڳالھ ڏانهن متوجھ ڪرڻ لاءِ آهي تہ تون ان مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهين ٻيو سجدو ان کي سمجهائڻ لاءِ آهي يا پهريون امر جي ادائيگيءَ لاءِ ٻيو ان سجدي جي ڪرڻ جي توفيق ملڻ لاءِ جيئن هڪ قول آهي تہ جڏهن الله تعالیٰ جي امر سان ملائڪن حضرت آدم عليہ السلام جي اڳيان سجدو ڪيو پر شيطان نہ ڪيو حضرت اسرافيل جڏهن ڏٺو تہ شيطان سجدو ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو ويو سيني سجدوڪيو ان نہ ڪيو آهي تہ ان وري سجدي جي توفيق ملڻ لاءِ ٻيو سجدو ڪيو (١)

## سورة الفاتحه کي هر رڪعت ۾ پڙهڻ جي حڪمت

انسان جو خاصو آهي تہ اهو پنهنجي حاجت گهرڻ ۽ عرض ڪرڻ لاءِ باربار ڪوشش ڪندو آهي سورة الفاتحہ بہ جڏهن تہ جامع دعا آهي اها بار بار پڙهڻ سان انسان جي مراد ۽ مقصد جلد حاصل ٿيندو تڏهن هر رڪعت ۾ ان جو پڙهڻ مقرر ڪيو ويو آهي

(١) حڪم الشريعة ص۵۴ بحوالہ ڪتاب محاسن السلام للقنوجي

## پنج وقتي نماز جماعت سان پڙهڻ ۽ جمعه ۽ عيدن ۾ به جماعت ۽ حج لاءِ اجتماع ٿيڻ ۾ حڪمت

هڪڙي ڳوٺ يا محله يا پاڙي جي ماڻهن جو پنج وقت هڪ جاءِ ۾ گڏ ٿيڻ ۽ ڪلهو ڪلهي سان ۽ پير پير سان ملائي هڪ ئي سچي معبود جي حڪم ۾ بيهڻ مسلم قوم جي اتفاق اتحاد ۽ ڀڏي جي وڏي اعلىٰ تدبر آهي ۽ وري ستين ڏينهن جمعه نماز لاءِ پسگردائي جي ننڍين ڳوٺن ۽ واهڻن جي ماڻهن جو هڪ وڏي ۽ جامع مسجد ۾ گڏ ٿي هڪ عاليشان خطبي جي ذريعي الله تعالىٰ جي حمد ۽ حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي ثنا کان پوءِ نصيحت ٻڌڻ ۽ ان ئي طريقي سان سال ۾ عيدن جا به ڏينهن مقرر ڪري پري ڪان ماڻهن جو عيد گاهن جي ميدانن ۾ پهچڻ جو دنيا کي اسلام جا چمڪندڙ شعاع ڏيکارين ۽ زندگي ۾ هڪ ڀيرو ان پاڪ سرزمين ۾ جتنان اول اول توحيد جو نور چمڪيو هو سڄي دنيا کان الله تعالىٰ جا مڃڻ وارا حاضر ٿين ۽ رنگ ، ٻولي ۽ زندگي گذارڻ جي مختلف ريتن ۽ رواجن وارا ان علائقي کي نوازڻ واري رب کي سڏين لبيڪ چوندي حاضر ٿاڻن سيني مسلمانن جي شوڪت دبدبي جو نظارو ۽ مالڪ جي اطاعت جو شعار آهي .

## ٻن نمازن ٻپهريءَ ۽ ٽپهريءَ ۾قرآن ڪريم آهستي آهستي ۽ ٽن نمازن سانجهي ، سومهاڻيءَ ۽ فجر ۾ وڏي آواز سان پڙهڻ ۾حڪمت

انهن نمازن ۾ ان نموني سان قراءت ڪرڻ نهايت مناسب ۽ حڪمت تي مبني آهي سانجهي سومهاڻي ۽ فجر جي وقتن ۾گهٽو ڪري ماڻهو پنهنجي مشغولين کان آزاد هوندا آهن ڳالهه ٻولهه آواز ۽ چر پر کان به گهٽي خاموشي هوندي آهي سڪون ۽ آرام جي گهڙين ۾پنهنجي فڪرن ۽ غمن کان به ماڻهو گهٽو ڪري آجو هوندو آهي انوقت جيڪڏهن وڏي آواز سان قرآن پاڪ پڙهيو ويندو ته ٻڌڻ جي لذت ۽ سرور حاصل ڪرڻ سان گڏ دل تي جلد اثر انداز ٿيندو .باقي ٻپهري ۽ ٽپهري ۾ آهستي پڙهڻ جو حڪم انجي ڪري آيو جو انهن وقتن ۾ ڪم ڪار گهڻو هوندو آهي ۽ آواز لڙ،شور ۽ غوغابه زياده هوندو آهي ٻڌڻ واري جو توجهه گهٽ رهندو ۽ الله تعاليٰ جي مقدس ڪلام ڏانهن توجهه نه ڪرڻ به تمام نقصان ڏيندڙ آهي تنهنجي ڪري آهستي پڙهڻ سان ان نقصان کان بچاءُ ٿيندو .

حضور عليه الصلواة والسلام جن فجر جي نماز ۾ سٺ (٦٠) آيتن کان هڪ سئو (١٠٠) آيتن تائين تلاوت ڪندا هيا ۽ حضرت ابو بڪر صديق

سورة بقره ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما سورة النحل ، يونس ، هود ، اسراء وغيرها فجر جي نماز ۾ پڙهندا هيا (1) تانت جيڪا دل ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ وقت ٻين ڳالهين کان فارغ آهي ان تي پهريان الله تعالىٰ جي ان ڪلام جو آواز پهچي جيڪو ڀلائين ، برڪتن ۽ خير سان ڀريل آهي .

## جمعي جي نماز ۽ عيدن وغيره ۾ وڏي آواز سان قراءت ڪرڻ ۾ حڪمت

ڏينهن جو انهن نمازن ۾ قراءت وڏي آواز سان ان جي ڪري مقرر ڪئي وئي آهي جو اهي نماز سان گڏ اسلام جي تبليغ ، دعوت ، تعليم ، وعظ ، تربيت ۽ تلقين جي لاءِ به آهن انهن ۾ قرآن پاڪ وڏي آواز سان پڙهڻ اتي گڏ ٿيندڙن وڏن اجتماعن لاءِ مفيد هوندو آهي ڇو ته اهڙا موقعا قسمت سان ملندا آهن .

## جمعي ۽ عيدن وغيره نمازن لاءِ خطبي مقرر ڪرڻ ۾ حڪمت

انهن موقعن ۾ اهڙا اهڙا ماڻهو به حاضر ٿيندا آهن جيڪي دين جي ڪيترين ڳالهين کان اڻ واقف هوندا خطبه ان جي ڪري رکيو ويو ته اهي دين جي حڪمن کان واقف ۽ باخبر رهن ۽ جيڪي با خبر

(١) اعلام الموقعين

آهن انهن ڪي تازي يادگيري اچي.

## نماز جي هر ٻن رڪعتن ڪان پوءِ تشهد (التحيات) پڙهڻ جي حڪمت

جڏهن ته اصل نماز ٻه رڪعتون ئي مقرر ٿي هئي ۽ باقي ٻه ان جي تڪميل لاءِ مقرر ٿيون ان جي ڪري هر ٻن رڪعتن ڪان پوءِ تشهد(التحيات )مقرر ٿيو .

## هر ٻن رڪعتن ڪان پوءِ ويهي التحيات لله پڙهڻ ۾ حڪمت

جڏهن نمازي مٿيان حڪم ادا ڪيا ته ان ڪي دربار اقدس ۾ وهڻ لاءِ موڪل ملي ۽ ان ڪان گويا پڇيو ويو ته اسان جي بارگاه ۾ ڪهڙو تحفو آندو اٿئي ؟ ان جي ڪري ان التحيات پڙهي عرض ڪيو ته . يا الله ! قلبي ۽ قولي تعظيمات ، بدني ۽ مالي عبادات جيڪي ٻه تنهنجي شان جي لائق آهن تنهنجي لاءِ پيش ڪري رهيوآهيان

## التحيات ۾ حضور عليه الصلواة والسلام جن تي سلام پڙهڻ ۾ حڪمت

جڏهن ٻانهو الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ حاضر ٿي قولي ، فعلي ۽ قلبي عبادتون پيش ڪري رهيو هو ته بقول امام غزالي جڻ ان ڪي بارگاه صمديت ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي ذات جو مشاهدو ٿيو ۽ ان مٿن ادب سان سلام پڙهيو ۽

سندن هٿان جيڪو ڪيس اسلام ، قرآن ، ايمان وغيره مليو ان جي قدر داني ڪندي سندس شڪربو ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ( ١ )

## التحيات پڙهندي عام مسلمانن،مومنن ۽ صالحن تي سلام پڙهڻ ۾ حڪمت

التحيات لله پڙهندي " اَلسلاَمُ عَلَينَا وَعلىٰ عِبَادِ الله الَصَالِحِين " پڙهڻ سان سيني مومن مسلمانن ۽ صالحَن ٻانهن سان همدردي جو اظهار ڪيو ٿووڃي

## نماز ۾ غير معقول ڪمن جي ڪراهيت جي حڪمت

نمازيءَ ڪي نماز ۾ اهڙا ڪم ڪرڻ گهرجن جيڪي سندس وقار ۽ سهڻين عادتن جي نشاندهي ڪن ۽ انهن ڪي عقلمند پسند ڪن اهڙا ڪم نہ ڪرڻ گهرجن جيڪي عقل ڪان خالي جاندار ڪندا آهن . مثلاً ڪڪڙ جي ٺونگي وانگر سجدو ڪرڻ ، اٺ ۽ ڪتي وانگر وهڻ ، لومڙي وانگر ليٽڻ ۽ جانورن جي اڳين پيرن وانگر ٻانهون زمين تي وڇائڻ يا هٿيلن ۽ متڪبرن جا انداز اختيار ڪرڻ جن تي خدائي قهر ۽ الهي عذاب نازل ٿيندو آهي .

(١) احياء العلوم

## التحيات پڙهڻ کان پوءِ نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليہ وسلم جن تي درود ۽ دعا پڙهڻ ۾ حڪمت

ڄاڻڻ گهرجي تہ نمازي نماز جا احڪام ادا ڪرڻ جي ڪري الله تعاليٰ جي رحمت سان ڀرپور ٿي ٿو وڃي هاڻي اهو ان جي لائق آهي جو سندس دعا قبول ڪئي وڃي پر اها دعا صحيح مقبول تڏهن ٿيندي جڏهن حضور صلی الله عليہ وسلم جن تي صلواة ۽ سلام پڙهڻ سان وسيلو وٺي دعا گهري صلواة وسلام ان جي ڪري رکيو ويوآهي ۽ ان دعا ۾ والدين کي بہ ياد ڪري تانت انهن جي حقوق جي بہ ادائيگي ٿيندي رهي.

## سلام سان نماز پوري ڪرڻ ۾ حڪمت

سلام ورائڻ ۾ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ نماز پڙهڻ وارو نماز جي حالت ۾ گويا هن جهان کان ٻاهر هليو ويو هو ۽ ماسوی الله کان آزاد ٿي الله تعاليٰ جي بارگاه ۾حضور سان مشرف ٿيو هو ان کان پوءِ هاڻي موٽيو اهي ۽ ٻاهران ايندڙن وانگر سلام چئي رهيو آهي .



## فرضن کان اول ۽ پوءِ سنتن جي پڙهڻ ۾ حڪمت

اصل ڳالهه هيئن آهي ته دنياوي مشغوليون ٻانهي کي الله تعالىٰ کان غافل بنائينديون آهن جيڪو ماڻهو انهن ۾ ڦاٿل آهي اهو غالبًا هڪدم قلبي حضور سان الله تعالىٰ جو فرض ادا نه ٿو ڪري سگهي لهذا اهڙي ڳالهه جي ضرورت محسوس ٿي جيڪا فرض کان اڳ ۾ ادا ڪرڻ سان ٻانهي جي قلب تان ڪٽ کي هٽائي تانت اهو سيني مشغولين کان فارغ آزاد ٿي دلجمعيءَ سان فرض ادا ڪري ۽ آداب جي رعايت ڪندي نماز جو پورو پورو فائدو حاصل ڪري سگهي ۽ پويون سنتون وري انجي ڪري رکيون ويون ته ٻانهي کان جيڪي فرض ۾ سستيون ۽ ڪوتاهيون ٿيون هجن انهن سان ان جو پورائو ڪيو وڃي .

## جماعت سان نماز ادا ڪندي صفون سڌيون رکڻ ۾ حڪمت

با جماعت نماز پڙهڻ ۾ صفون سڌيون رکڻ جو حڪم ان جي ڪري آهي ته هر هڪ کي محسوس ٿئي ته سڀئي مسلمان ڄڻ هڪ جسم آهن ۽ هڪڙي جي سهڻن اخلاقن جو اثر ٻئي تي به پوي ۽ امير ۽ فقير جو امتيازي فرق جنهن سان خود غرضي ۽ وڏائي پيدا ٿيندي آهي ختم ٿي وڃي .

## حضور عليہ الصلواة واسلام جن تي سلام پڙهڻ ۾ حڪمت

دنيا جي تسيلم ٿيل قانونن مان هڪ هي قانون بہ آهي تہ انسان جي دل ۾ هر محسن ۽ مربيءَ جي محبت جو جوش فطرتًا پيدا ٿيندو آهي ۽ ظاهر آهي تہ سيدنا رسول الله صلى الله عليہ وسلم جن جهڙو محسن ۽ مربي ڪير بہ ناهي سندن احسان کهڙا لکي کهڙا لکجن سندن ئي ذريعي اسان الله تعاليٰ جي سڃاڻپ حاصل ڪئي ، سندن ئي ذريعي الله‌تعاليٰ، جا ڪرڻ وارا حڪم ۽ نہ ڪرڻ وارا حڪم ظاهر ٿيا هئا سندن ئي ذريعي الله تعاليٰ جي خوشنودي حاصل ڪرڻ جون واٽون معلوم ٿيون سندن ئي ذريعي پانهو اعليٰ مقامات تائين ترقي ڪري سگهي ٿو سندن ئي واسطي سان لا اله الاالله جي حقيقت منڪشف ٿي پاڻ ئي الله تعاليٰ جي رستي ٻڌائڻ وارا آهن . المقصد تہ سندن اسان تي تمام گهڻا احسان آهن .

## تراويح نماز ۾ حڪمت

ان ۾ بہ اهائي حڪمت آهي جيڪا پين سنتن ۾ آهي جڏهن رمضان شريف ۾ ماڻهو روزو کولي الله‌تعاليٰ جون نعمتون ٿڌو پاڻي ، کاڌو وغيره واپرائي ٿو تہ تراويح پڙهي تانت ان روزي رکڻ ۽ کاڌي پيتي واري نعمت جو شڪر ادا ٿي وڃي .

## ضحىٰ جي نماز ۾ حڪمت

فجر جي نماز ۽ ٻپهري جي وچ ۾ وقفو گهڻو هجڻ جي ڪري متان انسان تي غفلت طاري ٿئي ان جي ڪري وچ ۾ ضحىٰ جا نفل رکيا ويا آهن تانت غفلت کان بچاءُ ٿئي ۽ ان ضحىٰ جي نفل ۾ ٽي سؤ سٺ (٣٦٠)صدقن جو ثواب آهي (١)

## مسافر کي چئن رڪعتن وارو فرض ٻه رڪعتون ڪري پڙهڻ ۾ حڪمت

مسافر جڏهن ته سفر ۾ تڪليفون ۽ پريشانيون گهڻيون ڏسندو آهي ان جي ڪري الله تعالىٰ ان تي لطف ڪري چئن رڪعتن واري فرض کي ٻه ڪري پڙهڻ جو حڪم فرمايو آهي . اهو ان جي طرفان انعام ۽ ٻانهن تي احسان آهي جنهن جو قبول ڪرڻ لازمي ۽ ضروري آهي ان جي ڪري امام ابوحنيفه عليه الرحمته وٽ قصر ضروري آهي

## تلاوت جي سجده ۾ حڪمت

جن آيتن پڙهڻ يا ٻڌڻ سان تلاوت جو سجدو ضروري آهي اهي ٻه قسم آهن (١) هڪڙيون جن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته فلاڻيون فلاڻيون شيون الله تعالىٰ کي سجدو ڪن ٿيون انهن جي پڙهڻ وقت سجدي جو حڪم ان جي ڪري آهي ته انهن سان مشابهت حاصل ٿئي .(٢) ٻيون اهي آيتون آهن جن ۾ سجدي جو امر آهي ۽ اهو ادا ڪيو ٿو وڃي

(1) حڪم الشريعه ص 21

## مريض کي نماز ۾ سهوليت جي حڪمت

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته نماز اهڙي روحاني عبادت آهي جيڪا صحتمند ۽ مريض ٻنهي کي ادا ڪرڻ ضروري آهي پر جڏهن ته مريض مجبور آهي جو ان کي چڱي ڀلي وانگر ادا ڪري نه ٿو سگهي ته الله تعالىٰ جي رحم ۽ ڪرم جي تقاضا آهي ته اهو جهڙي نموني ادا ڪري سگهي ڪندو رهي نه تڪليف ۾ رهي ۽ نه نماز ڇڏڻ جي ڪري بي نمازن جي لسٽ ۾ شامل ٿئي .

ڇو ته نماز ٻانهي کي الله تعالىٰ ڏانهن ويجهو به آڻيندي آهي .

## ٽن وقتن ۾ نماز پڙهڻ کان منع ۾ حڪمت

سمجهڻ گهرجي ته سج اڀرڻ ۽ پوري منجهند ۽ سج جي لهي هٽڻ وقت نفل پڙهڻ منع آهي ان جو سبب هي آهي جو انهن وقتن ۾ شيطان پنهنجا سڱ سج جي اڳيان جهلي بيهندو آهي ۽ سج جا پوڄاري بظاهر سج کي ۽ حقيقت ۾ شيطان کي سجدو ڪندا آهن . اسلام انهن وقتن ۾ نفلن کان منع ڪئي تانت انهن سان مشابهت نه ٿئي .

## جمعي جي نماز ۾ حڪمت

يقين رکڻ گهرجي ته اسلام ۾ جيڪي ديني ۽ دنيوي مصلحتون موجود آهن اهي ٻين دينن ۾ ناهن ڇو ته اسلام انسان کي ڪامل بنائيندڙ دين آهي ۽ ان

مصلحتن لاءِ مسلمانن جو هڪ جاءِ ۾ گڏ ٿي ويهڻ صلاح مشورو ڪرڻ ضروري هو پر جڏهن ته معاشي ۽ ٻيون مشغوليون گهڻيون آهن ان لاءِ ستن ڏينهن ۾هڪ ڏينهن ( جمعي جو ) رکيو ويو جنهن ۾ مسلمان گڏ ٿي الله تعالىٰ جي عبادت سان گڏ هڪ ٻئي جي حال پرسي ڪن جيڪا سندن هڪ ٻئي سان پيار ڪرڻ ۽ محبت جو ذريعو بنجي ۽ پاڻ ۾منتفق ۽ متحدرهن ۽ اها به الله تعالىٰ جي مهرباني آهي جو جمعي جي نماز ۾ ٻه رڪعتون فرض ڪيائين تانته اها مريض ۽ مسافر به آسانيءَ سان ادا ڪري سگهن .

## ٻن عيدن جي نماز ۾ حڪمت

ان ۾ اهائي حڪمت آهي جيڪا جمعه جي نماز جي آهي فرق صرف ايترو آهي جو جمعي جي نماز ۾ ويجها ماڻهون اچن ٿا ۽ عيد جي نماز ۾ اجان به پري جا ۽ گهڻا ماڻهون گڏ ٿين ٿا . جن جو اجتماع اسلام جي شوڪت ۽ دٻدٻي جو باعث ۽ مسلمانن جي عزت ۽ وقار ٻڌائڻ جو ذريعو آهي.

## مينهن لاءِ نماز پڙهڻ ۾ حڪمت

ڄاڻڻ گهرجي ته مينهن جي وسڻ لاءِ الله تعالىٰ جي دربار ۾ دعا تڏهن گهربي آهي جڏهن ڏڪار ۽ قحط جي حالت پيدا ٿيندي آهي ۽ ان قحط ۽ ڏڪار جو سبب گهڻو ڪري ٻانهن جا گناهه ۽ بي

فرمانيون هونديون آهن پر جڏهن ته انهن بي فرمانين کي ڄاڻڻ وارو ۽ بخشڻ وارو هڪ الله تعالىٰ آهي. ته ٻانهو نماز پڙهي ان کان ئي معافي طلب ڪري ۽ مينهن وسڻ لاءِ عرض گذار ٿئي.

## ميت کي وهنجارڻ ۽ ڪفن ڏيڪائڻ ۾ حڪمت

ميت کي وهنجارڻ جو حڪم ان جي ڪري آهي جو اهو هاڻي پنهنجي مالڪ جي دربار ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ وڃي رهيو آهي ته پلي صاف ۽ سٿرو ٿي وڃي ۽ جيئن دنيا ۾ اگهاڙو رهڻ برو آهي تيئن ميت کي اگهاڙو ڇڏڻ به برو آهي ان جي ڪري ته ان کي ڪفن سان ڍڪي موڪليو ويندو آهي.

## جنازي جي نماز پڙهڻ ۾ حڪمت

جيئن دنيا ۾ انسانن جا هڪ ٻئي تي حقوق آهن جو مظلوم جي همدردي ڪجي، بيمار کان پڇجي، يتيم جي ياوري ڪجي تيئن ميت جي لاءِ جنازي جي نماز پڙهي ان لاءِ مغفرت طلب ڪرڻ به ان جو حق آهي. ۽ ان مغفرت طلب ڪرڻ ۾ ان جي ڀلائيءَ نجات جي اميد آهي مسلم شريف حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمائيندا هئا ته:

” ڪومسلمان مري ٿو ۽ ان جي جنازه نماز ۾ چاليهه (٤٠) مرد مسلمان بيهي ان جي لاءِ

شفاعت ٿا ڪن ته ان جي باري ۾ سندن شفاعت قبول ڪئي ويندي آهي ۽ مسلم شريف حضرت ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو" جنهن ميت جي مٿان مسلمانن جي ايتري جماعت نماز پڙهي جن جو تعداد هڪ سئو (١٠٠) کي پهچي ۽ اهي ان جي مغفرت لاءِ شفاعت ٿا ڪن ته انهن جي شفاعت قبول ڪئي ويندي آهي " (١)

## ميت کي دفن ڪرڻ ۾ حڪمت

مري وڃڻ واري کي زمين ۾ دفن ڪرڻ سان ان جي حفاظت ٿئي ٿي عزت ۽ احترام برقرار رهي ٿو ٻاهر ڇڏڻ سان ان جو گوشت بدبوءِ ڪندو ۽ هٿا رلندا رهندا دنيا تي اچڻ واري پهرئين انسان حضرت آدم عليه السلام کي به ائين دفن ڪيو ويو هو.

جيئن امام احمد جي فرزند زوائد المسند ۾ ۽ حاڪم پنهنجي صحيح ۾ حضرت ابي بن ڪعب کان روايت آندي آهي ته: ملائڪن (حضرت) آدم عليه السلام جو روح قبض ڪري کيس غسل ڏياري ڪفن ڍڪايو ، خوشبوءِ لڳائي سندس لاءِ قبر کوٽي ان ۾ لحد ناهي پوءِ جنازي جي نماز پڙهائي سندس قبر ۾ لٿا ۽ کيس قبر جي لحد ۾ لاهي لحد تي سرون ڏئي ٻاهر نڪتا ۽ مٿانئس مٽي ورايائون

(١) حڪم الشريعة ص ٧٩ .

ان ڪان پوءِ چيائون تہ : اي انسانو! اوهان جي لاءِ اهو طريقو آهي (١)

## ميت جي لاءِ تعزيت ڪرڻ ۾ حڪمت

جڏهن ڪنهن جي گهر جو ياتي وفات ڪندو آهي تہ اهي مصيبت زده پريشان حيران ۽ روئڻ ۾ پورا هوندا آهن اسلام جو حڪم آهي تہ انهن وٽ وڃو انهن کي صبر جي تلقين ڪيو ۽ سمجهايو تہ هر شيءَ الله تعالىٰ جي آهي ۽ ان ڏانهن موٽڻ واري آهي تانت اهو ان ڳالهہ کي سمجهي ۽ ان صدمي کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار رهي .

وهذ آخر ماوردنا ايرداه في هذا الباب والله اعلم بالحق والصواب واليه المرجع والمآب.

الفقير محمد ادريس الداهري النقشبندي . عفي عنه

---

حكم الشريعة ص ٧٩.



عربي عرش کان ويو مٿي
مهمان رب جو ٿيو مٿي
هيئن ڪونہ پهتو ڀيو مٿي

بلغ العليٰ بکماله

دل جي دُعا منظور ٿي
دنيا تان ظلمت دور ٿي
ويو ملڪ سارو نور ٿي

کشف الدجيٰ بجماله

اوصاف ان جي جو بيان
ڪهڙو ڪري عاجز زبان
مالڪ آ جنهن جو ملح خوان

حسنت جميع خصاله

ادريس جي سڀ ڪي سدا
آ با ادب هيءَ التجا
مؤمن پڙهو صبح و مسا

صلوٰ عليه وآله

# احسن البيان في تفسير القرآن

مفسر

شيخ التفسير و الحديث

حضرت الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري نقشبندي صاحب

ج (١) سورة الفاتحه، سورة البقره، جو تفسير

ج (٢) سورة آلعمران، سورة النسآء، جو تفسير

ج (٣) سورة المائده، الانعام، الاعراف، جو تفسير

ج (۴) سورة الانفال، سورة التوبه، سورة يونس، سورة هود، جو تفسير

نهايت معتمد ۽ مستند حوالن سان لکيل آسان سنڌي زبان ۾ دستياب آهي.

ملڻ جو هنڌ

مدرسه جامعه محمديه شاهپور جهانيا

ضلع نوابشاهه (سنڌ)

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

ربِ ڪائنات ذوالجلال والڪرام جو شڪر آهي، جنهن پنهنجي حبيب ڪريم ﷺ جي اُمت جي علماء کي انبيا جو وارث بڻايو ۽ دينِ اسلام جي آبياري انهن جي سُپرد فرمائي. اهوئي سبب آهي، جو هر دور ۾ زماني جي ضرورت مطابق علماءِ دين اسلام جي ترويج ۽ اشاعت جو ڪم ڪندا رهيا آهن.

دورِ حاضر جي علماءِ ڪرام ۾ **مولانا محمد ادريس ڏاهري مدظله العالي** نمايان مقام رکن ٿا. مولانا صاحب جا لکيل جيڪي بہ ڪتاب شائع ٿيا آهن اُنهن ۾ اسلامي اقدار، حيات طيبہ، مشاهير اسلام ۽ اولياءِ ڪرام جا واقعات اهڙي تہ دلچسپ ۽ وڻندڙ انداز ۾ تحرير ڪيا ويا آهن جو پڙهندڙ انهيءَ مان دنيوي ۽ اُخروي لاڀ حاصل ڪري سگهن ٿا.

محترم مولانا صاحب جو سنڌي زبان پڙهڻ وارن تي عظيم احسان قرآن پاڪ جي سنڌي ترجمي ۽ تفسير بنام احسن البيان في تفسير القرآن جي صورت ۾ موجود آهي. اها تفسير نهايت معتمد ۽ مستند حوالن ۽ وڏي محبت ۽ ايماني جذبي سان لکي وئي آهي.

الله تعاليٰ هن ڀلاري ڪم ڪرڻ تي مولانا صاحب کي اجر عظيم عطا فرمائي ۽ اسان سڀني کي ساڃاهہ ڏئي تہ مولانا صاحب جي لکيل ڪتابن مان لاڀ پرايون.

**سيد واجد علي حسني**

نيو گرين پرنٽرس، صدر حيدرآباد